

عقائدِ اهلسنت تي ڀھريون سنڌي عالم جو ڪتاب

# ڪشف مبهم مشڪلات

(فارسي ... سنڌي)

## تاليف

مجمع البرڪات منبع الڪرامات

حضرت مخدوم الحاج فضل الله

صديقي نقشبندي پاٽائي نور الله مرقده

## ترجمو و تقديم

حضرت پير مفتي ابو المعروف خليل احمد جان الاشرفي الازهري

ويھڙائي مد ظله العالي


## ناشر

مڪتبه اشرفيه

دار العلوم الاشرفية المجددية

درگاه عاليه ويھڙ شريف

(سيوهڻ شريف. سنڌ)



# حضرت مخدوم

# حاجي فضل الله پاتائي رحمة الله عليه

## جن جي روضي شريف جو روح پرور منظر




# حضرت مخدوم
# حاجي فضل الله پاتائي رحمة الله عليه

جن جي مسجد شريف جي تصوير



عقائدِ اهلسنت تي پهريون سنڌي عالم جو ڪتاب

# ڪشف مبهم مشڪلات

## (فارسي ... سنڌي)

تاليف

مجمع البرکات منبع الکرامات حضرت **مخدوم الحاج فضل الله**
صديقي نقشبندي پاٽائي نور الله مرقده

ترجمه و تقديم

حضرت پير مفتي ابو المعروف **خليل احمد جان** الاشرفي الازهري
ويهڙائي مد ظله العالي

ناشر

**مڪتبه اشرفيه**، دار العلوم الاشرفية المجددية
**درگاه عاليه ويهڙ شريف** (سيوهڻ شريف. سنڌ)

سلسلہ مطبوعات نمبر 16



کتاب جو نالو: کشف مبهم مشکلات (فارسي. سنڌي)

تاليف: حضرت مخدوم حاجي **فضل الله** صديقي نقشبندي پاٽائي قدس سره العزيز

ترجمه و تقديم: حضرت پير مفتي ابو المعروف **خليل احمد جان** الاشرفي الازهري ويهڙائي مد ظله العالي

سالِ طباعت: ربيع الاول سنہ 1430ھ بمطابق مارچ سنہ 2009 ع

ڇاپو: پهريون

تعداد: 1500

ڪمپوزنگ: فقير علي نواز اشرفي




**مکتبہ اشرفیہ**، دار العلوم الاشرفية المجددية

**درگاہ عاليہ ويهڙ شريف** (سيوهڻ شريف. سنڌ)

Mobile No. 0300-3270958

# فهرست

# مهاڳ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ؕ

نحمده و نصلي علی رسوله الکريم و علی اٰله و اصحٰبه و اتباعه اجمعين.

اسلامي زندگيءَ جو دارومدار ٻن چيزن تي آهي. هڪ عقيده ٻيو عمل. جيسيتائين عقيدو درست نہ آهي تيسيتائين عمل بہ درست نہ ٿو ٿئي. اهو ئي سبب آهي جو قرآن ڪريم ۾ الذين امنوا و عملوا الصالحات فرمايو ويو آهي. يعني ايمان کي عمل کان مقدم ڪيو ويو آهي.

هر دؤر ۾ اهڙيون باطل قوتون پيدا ٿينديون رهيون آهن جن مسلمانن جي عقيدي يا عمل کي خراب ڪرڻ چاهيو. ليڪن انهن جي مقابلي ۾ قدرت واري حق جون اهڙيون طاقتون موڪليون جن باطل جي چيلهہ ئي ڀڃي ڇڏي.

اهڙين باطل قوتن ۾ هڪ **"وهابي تحريڪ"** بہ آهي. جنهن جو سرپرست **محمد بن عبد الوهاب نجدي** آهي. انهيءَ جي پيروڪارن کي "وهابي" چيو ويندو آهي. وهابي ٻن فرقن ۾ ورهايل آهن.

**هڪ:** عقيدي ۾ وهابي، جن کي بر صغير ۾ "ديوبندي" نسبت سان سڃاتو ويندو آهي.

**ٻيو:** عقيدي ۽ عمل ۾ وهابي. اهو فرقو "اهل حديث ۽ غير مقلد" سان سڃاتو وڃي ٿو.

اسان جي سنڌ سڀاجهي ۾ جڏهن اسلام جو سج اڀريو ۽ ڪيس **"باب الاسلام"** جهڙو لازوال خطاب مليو تڏهن کان وٺي حق، سچ عقيدي ۽ عمل واري جماعت اهل سنت ئي رهي آهي. بعد ۾ اهل تشيع جو فرقو آيو. جيڪو اڄ بہ قليل مقدار ۾ آهي. گهڻو بعد جڏهن وهابي

تحريڪ لڪي ڇپي چور وانگر پنهنجو ڪم ڪرڻ لڳي تہ ان وقت کان وٺي جماعت اهل سنت جا رباني علماء (ڪثرهم الله تعالىٰ) خداداد قوت سان انهن جو تقرير ۽ تحرير وسيلي مقابلو ڪندا رهيا. اهڙن عالمن ۾ حضرت **مخدوم حاجي فضل الله** صديقي پاٽائي عليہ الرحمة بہ آهن.

حضرت مخدوم صاحب وهابي تحريڪ جي ديوبندين ۽ اهل حديث سان پنهنجي تحرير جي شمشير ذريعي اهڙو تہ مقابلو فرمايو آهي جو تحريڪ جا ترا ئي ڪڍي ڇڏيا اٿس. ان تحرير بي نظير جو نالو پاڻ "**ڪشف مبهم مشڪلات**" رکيائون. هي ڪتاب سندن دؤر کان وٺي اڄ تائين علماء حق وٽ برابر مقبوليت جو شرف رکي ٿو.

هونءَ بہ مخدوم فضل الله صديقي پاٽائي عليہ الرحمة کان پهريان سنڌ جا علماء سني، وهابي اختلافي مسائل مضبوط دلائل سان تحرير فرمائي ويا آهن. ليڪن مختصر ۽ متفرق ڪتابن يا رسالن ۾. پر مخدوم فضل الله پاٽائي منهنجي خيال ۾ سنڌ جا پهريان بزرگ ۽ پارک عالم آهن جن نوَ (9) اختلافي مسائل کي حق جي شاهديءَ سان هڪ ڪتابي شڪل ۾ ترتيب ڏني آهي. مثلاً: اذان ۾ "اشهد ان محمد رسول الله" ٻڌڻ وقت آڱوٺا چمڻ. ميلاد شريف. يارهين شريف ڪرڻ. يا رسول الله يا غوث اعظم چوڻ. وسيلو. تقليد ۽ ايصال ثواب وغيره.

جڏهن تہ هي ڪتاب فارسي زبان ۽ قلمي صورت ۾ هو. تنهن ڪري عام مسلمان هن مان فائدو نہ پيو وٺي سگهي. ۽ مون کي شوق ٿيو تہ مخدوم صاحب جي هن فيض کي سنڌي علماء ۽ عوام تائين آسانيءَ سان پهچائي سگهجي. پوءِ هن ڪتاب جا قلمي نسخا ڳولڻ لڳس. الحمد لله ٽئن نسخن تائين ڪاميابي حاصل ٿي. تڏهن انهن کي پيٽي هڪ صحيح متن تيار ڪيم. گڏوگڏ سنڌي ۾ ترجمو بہ ڪيم. ڪتاب کي آسان ڪرڻ لاءِ سنڌي ترجمي ۾ هر مسئلي تي الڳ الڳ عنوان قائم ڪيا اٿم. شروع ۾ موضوعاتي فهرست بہ ڏني

آهن. وڌيڪ هيءُ ته ڪتاب جي شروعات کان پهريان مصنفِ ڪتاب جو مختصر جامع تعارف. ان کان پوءِ ڪتاب جي اهميت ۽ قلمي نسخن جو تعارف ڪرايو آهن. ۽ انهن نسخن جي هڪ هڪ صفحه جو عڪس به ڏنو آهن.

شال الله سبحانه و تعالىٰ منهنجي اها ڪوشش قبول فرمائي. منهنجي ۽ منهنجي اهل لاءِ ذريعه نجات بنائي. ۽ مصنفِ ڪتاب کي اسان اهلسنت و جماعت طرفان جزاءِ خير سان نوازي.

آمين بجاه سيد المرسلين صلى الله تعالى عليه و آله و اصحابه و اتباعه اجمعين.

**الفقير خليل احمد جان**

نقشبندي اشرفي ازهري

درگاه عاليه ويهڙ شريف

18 ربيع الاول سنه 1430 هه

16 مارچ سنه 2009 ع

ڏينهن سومر شريف



بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

# تعارف مصنفِ كتاب

هن كتاب جو مصنف مخدوم حاجي **فضل الله** صديقي پاٽائي عليہ الرحمة آهي. سندن شخصيت سنڌ واسين، خصوصاً علماء وٽ تعارف جي محتاج نہ آهي. سندن علم عرفان انهيءَ منزل تي پهتل هو جو چوڏهين صديءَ جي مجدد عالمِ رباني عارفِ سبحاني مرشد مخدوم حافظ **غلام محمد ملڪاڻي** قدس سره جن پنهنجي تصنيفات ۾ سندن حوالو ڏيندي هن طرح توصيف فرمائيندا آهن.

**مجمع البركات و منبع الكرامات الغريق فى بحر جلال الله و الحريق فى محبة الله المخدوم فضل الله**

يعني: برڪتن جو مجموعو، ڪرامتن جو سرچشمو، جلالِ الاهي جي سمنڊ ۾ ٻڏل، محبتِ خداوندي ۾ فنا ٿيل مخدوم فضل الله.

ڪاٿي وري هن طرح ياد فرمائيندا آهن.

**الفاضل الكامل العالم العريف المغنى عن التوصيف مولانا المخدوم الحاج فضل الله الباتائى**

يعني: فضيلت جو صاحب، ڪمال جو مالڪ، ڄاڻ رکندڙ،وڏو عارف، صفت ۽ ثنا کان بي نياز،اسانجو سردار، مخدوم حاجي فضل الله پاٽائي.(فتاوىٰ ملڪانيہ)

مولانا غلام مصطفىٰ قاسمي صاحب هنن لفظن سان ياد ڪيو آهي:

”مخدوم فضل الله سيوهڻ جي صديقي خاندان جو هڪ وڏو عالم ۽ اهل دل بزرگ ٿي گذريو آهي..... نہ رڳو هڪ وڏو عالم هو،

پر فارسيءَ جو وڏو شاعر پڻ هو... هڪ وڏو فقيہ محرر پڻ هو."
(الرحيم: مشاهير نمبر)

جناب احمد خان مصرائي "آصف" هن طرح عقيدة جو اظهار ڪيو آهي:

اعلىٰ بزرگ، مخدوم، مولانا، حاجي، حافظ، قاري، ميان فضل الله.... ظاهري خواه باطني علوم جي خوشبوءَ سان ولايتون واسڻ لڳا... پاڻ ڪامل درويش عالم فاضل هجڻ سان گڏ عظيم الشان شاعر ۽ اعلىٰ درجي جا مصنف هئا. سلطان الاولياء (الرحيم: (1) 1966)

ڊاڪٽر مخدوم محمد روشن صديقي صاحب ته حضرت مخدوم صاحب تي "حضرت مخدوم فضل الله صديقي پاٽائي ۽ ان جي علمي فقهي خدمتن جو تنقيدي جائزو" جي عنوان سان تحقيقي مقالو لکي سال 1998ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو مان PHD جي ڊگري حاصل ڪئي آهي.

هيٺ اسان حضرت مخدوم عليہ الرحمة جا مختصر حالاتِ زندگي تحرير ڪيون ٿا، جيڪي مذڪوره تحقيقي مقالي مان حاصل ڪيل آهن.

---

## مخدوم صاحب جو سلسلءِ نسب

حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة جن جو سلسلءِ نسب حضرت شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين سهروردي عليہ الرحمة كانْ ٿيندو خليفءِ اول حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه تائين ٣٨ پشتن سان وڃي ملي ٿو. جنهن جو تفصيل هيٺين ريت آهي.

"حضرت مخدوم فضل الله صديقي بن مخدوم عبد الواسع بن مخدوم محمد حسن قاري بن مخدوم دين محمد بن مخدوم عبد الواحد ڪبير بن مخدوم عبد الرحمان بن شيخ مخدوم محمود سهروردي بن شيخ عيسىٰ ثاني پاٽائي بن مخدوم محمد حسن قاري بن شيخ شهر الله (رمضان) بن مسيح الاولياء شيخ عيسىٰ جند الله بن شيخ قاسم بن شيخ يوسف بن شيخ رڪن الدين بن شيخ معروف بن شيخ شهاب الدين ثاني (باني پاٽ شريف) بن شيخ نور الدين بن شيخ سراج الدين بن شيخ وجيہ الدين بن شيخ مسعود بن شيخ رضي الدين بن شيخ قاسم بن شيخ محمد وهو معروف بشيخ احمد عماد الدين بن شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين صديقي سهروردي بن شيخ محمد بن شيخ عبد الله بن شيخ محمد بن سيدنا شيخ عبد الله عمويہ بن شيخ سعد بن سيدنا الحسين بن سيدنا شيخ القاسم بن سيدنا شيخ نضر بن سيدنا شيخ القاسم بن سيدنا شيخ نضر بن سيدنا شيخ القاسم بن سيدنا شيخ نضر بن سيدنا عبد الرحمان بن سيدنا شيخ القاسم بن سيدنا ابي حفص محمد بن سيدنا ابي بڪر صديق رضي الله عنه."

— — — — — — — —

## مخدوم صاحب جي وڏن جو سنڌ ۾ اچڻ

جيئن ته حضرت مخدوم صديقي خاندان سان تعلق رکن ٿا. تڏهن سندن وڏا بزرگ اصل حجاز پاڪ جا هئا. پوءِ دين اسلام جي تعليم تبليغ سانگي بغداد شريف آيا. سندن وڏو ڏاڏو شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين سهروردي (ولادت: ٥٣٩ هه ١١٤٤ ع ـ وفات: ٦٣٢ هه ١٢٣٥ ع) به بغداد جو رهاڪو هو. پوءِ جڏهن هلاڪو خان جي تباهه ڪارين ١٢٥٨ ع کان بعد ايران ۽ عراق جو علائقو هن خاندان جي لاءِ غير محفوظ ٿي چڪو هو. تڏهن لڏ پلاڻ شروع ڪري ڏنائون. جيئن ته حضرت غوث بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني، حضرت شيخ شهاب الدين جو خاص خليفو هو. تنهن ڪري هن خاندان پين عالمن ۽ صوفي بزرگن وانگر بغداد ثاني ملتان شهر جو ارادو ڪيو. پهريائين هي خاندان ڪوٽ ڪروڙ ۾ اچي آباد ٿيو. تعليم تبليغ ۽ سلسلي سهرورديه جي اشاعت جي ڪري هن خاندان اتان به هجرت ڪري مختلف جاين تي مدرسه ۽ خانقاهون قائم ڪيا. تيرهين صدي عيسوي کان پندرهين صدي عيسوي تائين سنڌ تي سومرن ۽ سمن جي حڪومت رهي. ان دؤران سني سهروردي ۽ شيعه اسماعيلي تبليغ جو سلسلو سنڌ ۽ ملتان ۾ جاري رهيو. سمن جي آخري دؤر ۾ حڪمران ڄام نظام الدين سمون جو دؤر حڪومت ١٤٩١ ع ـ ١٥١٧ ع – ٨٦٦هه ٩٢٣هه آهي. انهيءَ ڳالهه کان مشهور آهي ته هن ڄام صاحب ٻاهريان عالم گهرائي سنڌ ۾ سني اسلامي تبليغ ۽ تعليم کي زور وٺرايو. انهيءَ سلسلي ۾ ملتان جي حاڪم سلطان حسين لانگاهه کان حضرت شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي ثانيءَ (٨٠٣ ـ ٨٩٤) جي گهر ڪئي. جنهن تي سلطان صاحب قبول ڪري حضرت شيخ شهاب الدين کي سنڌ روانو ڪيو. هتي ڄام نظام الدين پاٽ جو پرڳڻو جاگير ۾ ڏنو. جتي پاڻ

اسلامي مدرسو ۽ سلسلہ سهروردي جو مرڪز قائم فرمايو. هي پهريون صديقي خاندان جو بزرگ آهي جيڪو سنڌ (پاٽ) ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو. ڪين پاٽ شهر جو باني ۽ اڏائيندڙ چيو ويو آهي. مخدوم شيخ شهاب الدين جو اولاد زماني جي گردش سبب مختلف هنڌن تي وڃي آباد ٿيو. انهن مان هڪڙا برهان پور (انڊيا) هليا ويا. جن ۾ شيخ عيسىٰ جند الله شامل آهي ۽ ٻيا سيوهڻ اچي آباد ٿيا. جن ۾ مخدوم دين محمد (حضرت مخدوم فضل الله صديقي جو پڙڏاڏو) مشهور آهي ۽ باقي پاٽ ۾ ئي سڪونت پذير ٿيا.

## مخدوم صاحب جي ولادت

جيئن تہ حضرت مخدوم فضل الله عليہ رحمة الله جن جو پڙڏاڏو حضرت مخدوم دين محمد صديقي (١١١٣ - ١١٩٢ھ) پاٽ مان هجرت ڪري اچي سيوهڻ شريف ۾ سڪونت اختيار فرمايائون. اهو دؤر ڪلهوڙا حاڪمن جو هو جن ڪين مذهبي امور جو وزير ۽ مفتي مقرر فرمايو. سندن اولاد بہ سيوهڻ ۾ ئي رهيو. تنهن ڪري مخدوم فضل الله صديقي ان وقت جي علمي خاندان ۽ متوڪل، پرهيزگار درويش صفت، بي ريا عالم حضرت مخدوم عبد الواسع صديقي سيوهائي عليہ الرحمة جي گهر ۾ سن ١٢٢٤هجري ۾ پيدا ٿيا.

## تعليم ۽ تربيت

مخدوم صاحب عليہ الرحمة ننڍي هوندي کان ئي درويش طبيعت، اعلىٰ اخلاق ۽ اخلاص جا مالڪ، حاتم صفت ۽ خوش گفتار هئا. اهو اثر سندن والدين جي تربيت ۽ پرورش جو هو. پاڻ ابتدائي تعليم پنهنجي پڙڏاڏي مخدوم دين محمد جي قائم ڪيل مدرسي (سيوهڻ) ۾ حاصل ڪيائون. پهريائين قرآن شريف ياد ڪيائون. پوءِ فارسي ۽

عربي تعليم پنهنجي چاچي حضرت مخدوم محمد عارف سيوهاڻي عليہ الرحمة وٽ حاصل ڪيائون. جيڪي ان وقت نعمان ثاني مخدوم عبد الواحد سيوستاني عليہ الرحمة الرباني، صاحب بياض (١١٥٠ھ ، ١٤ ماه رمضان ١٢٢٤ھ) جا جاءِ نشين سيوهڻ جا وڏا عالم هئا ۽ قضا جي واڳ بہ سندن هٿ هئي. حضرت مخدوم صاحب مزيد تعليم لاءِ ضلعہ نوابشاه جي ڳوٺ ڪيارن ۾ مخدوم محمد يوسف نقشبندي عليہ الرحمة وٽ ويا. جيڪي سنڌ جي محدث ۽ فقيہ مخدوم عبد الڪريم مٽيارن واري جا شاگرد هئا. مخدوم ڪياروي ظاهري توڙي باطني علم جا بحر بي ڪنار هئا. سندن حلقہءِ درس ۾ رهي پاڻ بہ علوم شرعيہ جا بحر بڻجي ويا.

## باطني تعليم

حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة رڳو ظاهري تعليم تي اڪتفاء نہ ڪيو پر پنهنجي ڪامل رهبر استاد مخدوم محمد يوسف ڪياري شريف وارن جي خدمت ۾ رهي طريقہءِ عاليہ نقشبديہ ۾ بيعت ڪرڻ ڪان بعد خوب ذڪر، فڪر ۽ مراقبہ، مجاهدا ڪري خرقہءِ خلافت بہ حاصل ڪيائون. جڏهن تہ حضرت مخدوم محمد يوسف ڪياروي خليفا آهن. حضرت مخدوم اسماعيل وسين شريف وارن جا ـ اهي خليفا آهن. حضرت مخدوم محمد ابراهيم مڏئي مرقد شريف وارن جا (جيڪي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي عليہ الرحمة جا پوٽا آهن) انهن خلافت حاصل ڪئي. حضرت خواجہ صفي الله سرهندي ڪان، انهن پنهنجي والد ماجد خواجہ غلام محمد سرهندي ڪان، انهن پنهنجي والد گرامي خواجہ محمد اسماعيل سرهندي ڪان، انهن پنهنجي والد صاحب حضرت خواجہ صبغة الله سرهندي ڪان، انهن پنهنجي والد ماجد عروة الوثقیٰ خواجہ محمد معصوم سرهندي ڪان، انهن پنهنجي

والد گرامي حضرت امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد فاروقي نقشندي سرهندي (قدس الله تعالىٰ اسرارهم) جن کان خلافت حاصل فرمايائون.

## درس و تدريس ۽ پاٽ ڏي نقل مڪاني

حضرت عارف بالله مخدوم فضل الله صديقي عليہ الرحمة بزرگ ڪياري شريف وارن کان ظاهري ۽ باطني فيض حاصل ڪرڻ کان بعد پنهنجي پڙڏاڏي مخدوم دين محمد سيوهاڻي جي قائم ڪيل درسگاهہ سيوهڻ شريف ۾ بحيثيت استاد جي پڙهائڻ جو ڪم شروع ڪيائون ۽ پنهنجي مهربان استاد ۽ چاچي مخدوم محمد عارف جي زير سايہ درس و تدريس جي ڪم کي سر انجام ڏنائون. اهڙي محنت ۽ دل لڳي سان درس جي خدمت ڪيائون جو سندن شهرت آس پاس جي علائقن ۾ پکڙجي وئي.

هي اهو دؤر هو جو سندن وڏڙن جو آباد ڪيل شهر "پاٽ" علمي توڙي اخلاقي لحاظ کان آخري پساهن ۾ هو. ان تي قاضي ميان احمدي وڏي ۽ قاضي ميان محمد سعيد وڏي خيال ڪيو تہ پاٽ ۾ عالم باعمل نہ هجڻ ڪري روز بروز جهل وڌندو وڃي ٿو. تنهن ڪري ڪنهن عالم فاضل کي پاٽ ۾ مقرر ڪجي ۽ علمي درسگاهہ کولجي، پوءِ حضرت مخدوم فضل الله صديقي عليہ الرحمة کي سيوهڻ مان نقل مڪاني ڪرائي پاٽ شريف وٺي آيا. تڏهن مخدوم صاحب پنهنجي ٻن ناميارن شاگردن ۽ ڀائٽين (مخدوم ميان حاجي حسن الله بن مخدوم وهب الله ۽ مخدوم ميان رزق الله بن مخدوم وهب الله) کي ساڻ ڪري اچي مدرسو فضل اللهيہ قائم ڪيائون. مخدوم صاحب اول وقت ۾ ظاهري تعليم جي تدريس تي گهڻو توجهہ ڏنو جنهن شهرت ڪري سندن سيوهاڻي نسبت مٿان پاٽائي نسبت غالب ٿي وئي. ڪيترن ئي ماڻهن سندن ظاهري علم مان فيض حاصل

ڪيو. جڏهن سندن زندگي جو پويون وقت ٿيو تڏهن مٿن عشقِ الاهي غالب ٿيو ۽ فيض باطني جي طرف توجهه ڏنائون. اهڙي طرح فضل اللهيه خانقاهه به پاڻ شريف ۾ قائم فرمايائون. سندن مريدن جو حلقو تمام وسيع رهيو.

## تصنيف و تاليف

حضرت مخدوم صاحب عليه الرحمة نه صرف هڪ اعلىٰ درجي جا مدرس ۽ ڪامل بزرگ هئا پر ان سان گڏ هڪ بلند پائي جا مصنف پڻ هئا. پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ درس پڙهائڻ ۽ ذڪر و تسبيح ۽ طلباءِ فقراء جي تربيت، اهل و اولاد جي اصلاح ۽ ٻين ضروريات کان فارغ ٿي وقت ڪڍي تصنيف جو ڪم پڻ جاري رکيائون جو ڪيترائي ڪتاب قلم جي نوڪ تان صفحهءِ هستي تي تصنيف ۽ تاليف جي صورت ۾ ظاهر ٿيا.

حضرت مخدوم صاحب عليه الرحمة جي تصنيف مان نفسياتي، سماجي، معاشي، معاشرتي، مذهبي، روحاني ۽ اخلاقي رجحانات جي نشان دهي ملي ٿي. جنهن سان پاڻ هڪ مصلح ۽ خير خواهه جي صورت ۾ نظر اچي رهيا آهن. جيڪي معاشري ۾ اخلاقي ۽ روحاني انقلاب آڻڻ گهرن ٿا. سندن سڄو زور انسان جي اخلاق سنوارڻ ۽ پنهنجي پالڻهار سان ناتو جوڙڻ تي آهي.

پاڻ ڪيترائي ڪتاب لکيا اٿن پر انهن مان جيڪي ظاهري ۽ مشهور آهن سي هي آهن.

### 1. اصلاح المصلح والمفتاح

هي ڪتاب فارسي زبان ۾ لکيل ۽ سڀ کان وڌيڪ شهرت رکي ٿو. اصل ۾ هي ڪتاب "مصلح المفتاح" سنڌي (سيد علي محمد شاه دائري وارن جي تصنيف) جو فارسيءَ ۾ ترجمو، تشريح ۽ تصحيح

آهي جو پاڻ پنهنجي هڪ شاگرد ميان غلام حيدر جي التماس تي لکيائون.

## 2. وحدت نامون

هي ڪتاب سنڌي شاعراڻي انداز تي لکيل آهي جو پنهنجي خاص مريد "عرس احمد" جي عرض ڪرڻ تي جوڙيائون. هن ۾ نظريه "وحدة الوجود" جي شرعي تشريح ڪئي وئي آهي. ڳنڍوڳنڍ حضورِ اڪرم نورِ مجسم ﷺ جن جي سڀني نبين سڳورن عليهم السلام تي فضيلت ۽ سندن نبوت جي اهميت ۽ تصوف جون اصطلاحون بيان ٿيل آهن.

## 3. زيور نامون

هي ڪتاب آخوند صاحبڏني ويٺل ويجيءَ (تعلقه خيرپور ناٿن شاه) جي عرض پوري ڪرڻ تي سنه 1278ھ ۾ جوڙيائون. هي ڪتاب سنڌي نظم ۾ آهي. جنهن ۾ ڪل 49 زيورن جي معنىٰ اخلاق جي اعتبار سان ڪئي وئي آهي. هر زيور (مثلاً: نٿ، ٽڪو، واليون وغيره) تي ڪو نه ڪو نڪتو وٺي عورتن لاءِ نصيحت بيان ڪيل آهي ۽ مردن لاءِ ڏاڙهي وغيره جي اهميت، سنيت ۽ شان بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ حديثون به لکيون آٿن.

## 4. ترتيب الصلوٰة

هي ڪتاب سنڌي ۾ الف اشباعي انداز سان لکيو ويو آهي. هن ۾ پاڪائي، نماز جي فرضيت ۽ نماز جا ظاهر باطن مسئلا لکيا ويا آهن.

## 5. چاليهه حديثون

هي ڪتاب چاليهه حديثن تي مشتمل آهي. هر حديث جي عبارت کان بعد سنڌي نظم ۾ ترجمو ۽ تشريح بيان ٿيل آهي.

### 6. مجاز نامون

هي ڪتاب ٻ سنڌي ۾ الف اشباع جي نموني سان لکيو ويو آهي. هن ۾ "المجاز قنطرة الحقيقة" يعني مجاز حقيقت جي پُل آهي واري قول جو صحيح مفهوم ۽ سالڪن کي نصيحت ڪئي وئي آهي.

### 7. ساموندي سوداگر

هي ڪتاب حضرت شاه عبد اللطيف ڀٽائي عليہ الرحمة جي هڪ بيت جي بهترين تشريح ۾ لکيو ويو آهي. بيت جي پهرين مصرع آهي:

"سوداگر سمونڊ جا لاڃو لال وَٽيج"

### 8. نڪاح نامون

هي ڪتاب سنڌي ڏگهن بيتن جي صورت ۾ لکيل آهي. هن ۾ نڪاح جا مسئلا درج ڪيل آهن.

### 9. معجزو

هي ڪتاب ٻ سنڌي الف اشباع قافيہ وارو آهي. هن ۾ نبي ڪريم رؤف رحيم عليہ التحية و التسليم جن جو اهو معجزو بيان ڪيو ويو آهي جيڪو ابو جهل جي چوڻ سان پاڻ عليہ الصلوٰة و السلام جن پٿر مان ميويدار وڻ پيدا ڪري ڏيکاريو هو.

### 10. تصوف نامون

هي ڪتاب ٻ ساڳئي طرز تي لکيل آهي. هن ۾ تصوف جو مفهوم ۽ ان جا باريڪ نڪتا نهايت ئي سليس نموني سان بيان ڪيا ويا آهن.

### 11. بياض مخدوم فضل الله

هي ڪتاب عربي، فارسي ۽ سنڌي زبان ۾ لکيل آهي. هن ۾ شرعي ۽ فقهي مسائل سوالن جوابن جي صورت ۾ لکيا ويا آهن. جيڪي حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة کان وقتاً فوقتاً پڇيا ويندا هئا. ضرورت محسوس ڪندي پاڻ اهي مسائل قلمبند فرمائي ڇڏيائون

تانته هڪ مڪمل ڪتاب جي صورت ۾ تيار ٿي ويو. تقريباً هر فتویٰ جي آخر ۾ لکندا آهن:

و العلم عند الله * ذالک فضل الله

## 12. زڪوٰة نامون

هي ڪتاب ٻه سنڌيءَ ۾ الف اشباع جي نموني سان لکيو ويو آهي. جنهن ۾ زڪوٰة جا مسئلا لکيل آهن. مثلاً زڪوٰة ڪنهن تي فرض آهي. ان جا فرض ۽ رڪن ڇا آهن. ڪهڙين چيزن تي آهي. مستحق ڪهڙا آهن. وغيره.

هن تصنيف جو بيان مخدوم محمد روشن صديقي صاحب پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ نه ڪيو آهي. شايد هو ان تي مطلع نه هجي. ليڪن فقير غفرلہ وٽ موجود آهي ۽ فتاویٰ مُلڪانيه ۾ شايع ٿي ٻه چڪو آهي.

## 13. الحق الاظهار للظهر في القري والامصار

هي ڪتاب عربيءَ ۾ لکيل آهي. هن ۾ آخر ظهر جي بابت بحث ڪيل آهي. حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة مضبوط دلائل سان ثابت فرمايو آهي ته آخر ظهر پڙهڻ ضروري آهي. هن تصنيف جو ذڪر مخدوم محمد روشن صاحب تحقيقي مقالي جي مقدمي ۾ ته ڪيو آهي ليڪن تصانيف جي تعارف ۾ ڪو نه ڪيو آهي. مقدمي ۾ ڪتاب جو نالو "حق الاظهار" جي بجاءِ "اظهار الحق" لکيو آهي. اسان وٽ جيڪو نسخو موجود آهي. ان ۾ "الحق الاظهار" لکيو ويو آهي.

## 14. اللمعة في اثبات آخر الظهر بعد الجمعة

هي ڪتاب ٻه عربي ۾ لکيل آهي. هن ۾ حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة علامہ عبد الغني جي تحرير جو رد لکيو آهي. جنهن ۾ هن لکيو هو ته آخر ظهر غير ضروري ۽ بدعت آهي. مخدوم صاحب هن مستقل ڪتاب ۾ سندس ڀرپور رد لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ پاڻ

مٿين ڪتاب الحق الاظهار جو به حوالو ڏنو آهي. محقق موصوف مقالي ۾ ان تصنيف جو ذڪر نه ڪيو آهي پر اسان وٽ ان رسالي جا به نسخا موجود آهن.

### 15. غزليات

هي مختصر رسالو فارسي غزل جي صنف تي آهي. جنهن ۾ توحيد، رسالت، محبت ۽ عشق جو بيان آهي. پڻ مخدوم صاحب جي عارفاڻي ڪيفيت تي دلالت ڪندڙ آهي. هن تصنيف جو بيان به مخدوم محمد روشن صاحب نه ڪيو آهي. ليڪن فقير غفرلهٗ وٽ موجود آهي.

### 16. ڪشف مبهم المشڪلات

هن ڪتاب جو بيان اڳتي لکنداسين. هن تصنيف لطيف جو ذڪر به موصوف ڪو نه ڪيو آهي.

## شاعري

مخدوم صاحب عليه الرحمة ڪي شعر و شاعري جو انداز پنهنجي آباءُ و اجداد کان ورثي طور مليو هو. سندن والد محترم مخدوم عبد الواسع پڻ هڪ وڏا شاعر هئا. سندن تخلص به "شاعر" هو.

حضرت مخدوم صاحب عليه الرحمة جن جي شاعري عربي، فارسي ۽ سنڌي زبان ۾ ٿيل آهي. سندن شعر جو نه فقط قدامت جي لحاظ کان ارفع ۽ اعلىٰ مقام پر زبان ۽ بيان جي خوبين کان به مٿاهون آهي. مضمون کي مؤثر بنائڻ لاءِ تشبيهن ۽ تمثيلن کان ڪم ورتو اٿن. ان کان علاوه جنهن ڳالهه کي پاڻ بيان ڪري رهيا آهن. ان جي متعلق قرآن مجيد جون آيتون، احاديث شريف ۽ بزرگن جا قول به بيان ڪيا اٿن. مثلاً وحدة نامي جون هي سٽون ڏسو جنهن ۾ سڀ ئي خوبيون موجود آهن.

حمد جڳائي حميد کي مبديء پاڻ مُعيد
مبديء معاد کُل جو مولیٰ آهي مجيد

قُل کُلٌّ مِّنْ عِنْدِ اللهِ شاهد آهي شهيد
اِلَيْهِ يَرْجِعُ الْاَمْرُ سين راهہ شديد

اَوَّل آخِر کُل جو واحد آهہِ وحيد
ظاهر باطن هر زمان باري بلانديد

اَلْاَغْيارُ مَا شَمَّتْ رَائِحَةَ الْوُجُوْدِ اها رمز رشيد
مرايا خلق ٿيا سندا عين عَديد

جلوي جمال جميل جي کيا رنگ جديد
اَيْنَمَا تَوَلُّوا فَثَمَّ وَجْهُ اللهِ آهي واٽ وحيد

مظهر ذات صفات احمد آهِ احيد
اَلْمُؤْمِنُ مِرْاٰةُ الْمُؤْمِنِ فهم کج فهميد

پاڻ آئينو پانهنجو وحدت منجھ وجيد
احد احمد وچ ۾ آهي ميم مديد

ميم مرأة ڄاڻ تون جنهن ۾ پاڻ پديد
مَنْ رَاٰنِيْ فَقَدْ رَاٰءَ الْحَقَّ درس کيائين ديد

عوارض آڏا ٿيا اصل نام کريد
ڪثرت وحدت وچ ۾ ناهِ بوءِ بعيد

اتي مقالن موج کي رکج سمجھ سهيد
فضل الله فضل سين تون کر هي تمهيد

پاڻ فارسي ۾ بہ بهترين شاعري ڪئي اٿن. درگاهہ ڪياري شريف جي مسجد شريف تي ڪتبو بہ سندن چيل آهي ۽ پنهنجي ڪامل استاد رهبر مرشد مخدوم محمد يوسف ڪياروي عليہ الرحمة جي رحلت تي بہ ڪيترائي فراقي مرثيہ لکيا اٿن. ان ڪان علاوه فارسي زبان ۾ هڪ غزلياتي مجموعو بہ جوڙيو اٿن. جنهن جو ذڪر تصنيف و تاليف جي بحث ۾ ڪري آيا آهيون. نموني طور هڪ غزل لکجي ٿو.

اے جمال روئے تو شد قبلہ گاہ کائنات
حلقہءِ گیسوئے تو شد چوں حرم جائے نجات

استلام خال اسود بر خلیلاں واجب است
قامت تو صد قیامت کرد بر عزیٰ و لات

غنچہ ابرویت گرہ کرد بر دل عشاق لیک
گوشہءِ چشم تو شد مفتاح قفل مشکلات

از صفائے خد تو سعی مروۃ کس ندید
زمزم چاہِ ز نخلانت دہد آبِ حیات

شد حطیمِ کعبہ پیشِ روءِ تو سمیں ذقن
کرد اربابِ معارف روز شب آنجا ثبات

گرد رويت خط چوں حجاج زنگی مجتمع
از لب لعلِ تو می جويند يک جام نبات

در مطافِ معرفت ہر کس کہ ميگيرد مقام
ملتزم باشد بذيلت پا کہ آرد التفات

در حريمِ کعبۂ مقصود جانِ عاشقاں
بندہ "فضل اللہ" خواہد سجدۂ غفورلات

شعر ۾ سندن تخلص ڪٿي "فضل الله" ڪٿي "فضل الہ" ڪٿي صرف "فضل" ڏيڪاريل آهي.

## شادي ۽ اولاد

حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة جن جي عقد نڪاح ۾ حضرت مخدوم ميان محمد مجذوب سيوستاني ﷫ جي همشيرہ مخدوم محمد عارف جي نياڻي ۽ مخدوم عبد الواحد سيوستاني نعمان ثاني صاحب البياض جي ڏوهٽي هئي. جيڪا هڪ وڏي عابده زاهده ۽ تهجد گذار خاتون هئي. ان مان کين هڪ فرزند مخدوم نظام الدين (اول) ۽ هڪ نياڻي بيبي الله اوپائي خاتون پيدا ٿيا. اها بيبي صاحبہ، مخدوم علي گوهر (اول) جي عقدِ نڪاح ۾ ڏنائون. مخدوم نظام الدين کي نرينہ اولاد ڪونہ ٿيو. باقي ڇهہ 6 نياڻيون هيون.

مخدوم نظام الدين عليہ الرحمة بہ پنهنجي والد بزرگ وانگر درويش صفت عالم باعمل هئا. رموزِ طريقت، حقيقت ۽ معرفت جا بہ وڏا ڄاڻو هئا.

پاڻ تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد صاحب کان پرايائون ۽ سلسلہء نقشبنديہ ۾ کانئن خلافت و اجازت بہ حاصل ڪيائون. والد گرامي کان بعد پاڻ انهن جي مسندِ ارشاد جا مالڪ ٿيا. تدريس و تلقين سان گڏ تصنيف و تاليف جو ڪم بہ جاري رکيائون. سندن مشهور تصنيفون هي آهن.

1. بحر المسجور
2. انوار الاسرار
3. هداية الطالبين
4. جواهر الحكمة
5. نور الهداية
6. بريد الرحمان
7. شرح قصيده قمريہ
8. شرح قصيده سکريہ.

— — — — — — — —

## وصال با كمال

هي خورشيد علم و عرفان، مرجع خاص و عام حضرت مخدوم حاجي فضل الله عليہ رحمة الله يادِ خالق ۽ خدمت مخلوق ۾ پنهنجي زندگي وقف ڪري سنہ ١٢٩٤ ھ ۾ هن جهان فاني کي الوداع چئي اِرْجِعِيْ اِلٰي رَبِّکِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً جي بشارت سان پنهنجي حقيقي محبوب رب ڪريم جل شانہ سان وڃي مليا. ان وقت سندن عمر ٧٠ سال هئي. سندن مزار پُرانوار پاٽ شريف (ضلعہ دادو) ۾ درگاه شريف جي مسجد شريف جي متصل ڏکڻ پاسي ۾ آهي. مٿان عاليشان گنبذ جوڙيل آهي.



# تعارفِ ڪتاب

هي ڪتاب **"ڪشف مبهم مشڪلات"** جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي. حضرت مخدوم صاحب عليہ الرحمة ڪنهن سائل جي سوال ڪرڻ تي سنہ ١٢٧٨ ھ ۾ تصنيف فرمايو. جيئن ته پاڻ ڪتاب جي شروع ۾ فرمائن ٿا:

*گشت نام ایں رسالہ کشف مبہم مشکلات*

*نام با سالش موافق، اسم بر رسمش گواہ*

يعني: هن رسالي جو نالو ڪشف مبهم مشڪلات ٿيو. نالو تصنيف واري سال جي موافق ۽ (اهو ئي) نالو سندس موضوع تي شاهد آهي.

ابجد جي حساب سان " ڪشف مبهم مشڪلات" جا عدد 1278 ٿين ٿا. هي ڪتاب عقائد جي موضوع تي لکيل آهي. هن ۾ اهي 9 مسائل حل ڪيا ويا آهن جن ۾ سني همايوني (بريلوي) جماعت ۽ وهابي امروٽي (ديوبندي) ۽ غير مقلد (اهلحديث) جماعت جو اختلاف رهيو آهي. جهڙوڪ: بانگ جي وقت پاڻ عليہ الصلوٰة والسلام جي اسم پاڪ ٻڌڻ سان آڱوٺا چمڻ، ميلاد ۽ يارهين ڪرڻ، يا رسول الله ۽ يا غوثِ اعظم چوڻ، نبين ۽ ولين کان مدد وٺڻ، مذهبن جي تقليد ڪرڻ، وسيلو وٺڻ ۽ ايصالِ ثواب ڪرڻ وغيره. وهابين وٽ اهي عقيدا ۽ فعل نادرست ۽ بدعت آهن. جڏهن ته سني انهن کي جائز ۽ باعثِ ثواب سمجهندا آهن. حضرت مخدوم فضل الله صديقي پاٽائي عليہ الرحمة هڪ سني مقلد بي ريا عالم ۽ سلسلہ جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ پاڻ تي لازم سمجهي ان وقت هي رسالو لکيو. جڏهن اسانجي سنڌ

سڳوري ۾ وهابين نوان نوان پنهنجا ناپاڪ پير پاتا هئا. انهن جي تبليغن سان سادا بلڪ ڪي پڙهيل به منجهي پيا ته هي وقت کان وٺي رائج ڳالهين کي حرام، ناجائز ۽ بدعت چيو پيو وڃي. جڏهن ته اسانجي سنڌ جي هيڏن وڏن عالمن بزرگن اهڙي ڳالهه ڪڏهن به ڪانه ڪئي آهي. تڏهن حضرت مخدوم صاحب پنهنجي قوم، جماعت ۽ خاندان کي انهيءَ قوم وهابيه کان آگاهه ڪندي پنهنجي اصل، صحيح ۽ شريعت پاڪ جي موافق عقيدن کي کولي کولي هن ڪتاب ۾ بيان فرمايو آهي.

الحمد لله! فقير هن ڪتاب جي چئن مختلف قلمي نسخن جي هٿ ڪرڻ تي ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. تمام ٿوري فرق سان چارئي نسخا عبارت ۾ برابر آهن. اهو فرق به ڪاتب جي سمجهه / لکت جي ڪري ٿيو آهي. هيٺ اسان هنن جو مختصر تعارف ڪرايون ٿا.

**پهريون نسخو:**

هي نسخو سڀ کان آڳاٽو آهي. علامه خان محمد ولد الهداد ساڪن بوبڪ جو ١٨ شوال سنه ١٢٨٥ هه جو لکيل آهي. مخدوم حاجي فضل الله عليه رحمة الله جي حياتي ۾ هي ڪتاب جي تصنيف کان ڇهه (6) سال بعد ڪاتب موصوف نقل ڪري لکيو آهي. خط نستعليق ۽ اکر صاف ۽ پڪا آهن. نسخو 21 صفحن تي مشتمل آهي. سائيز 15x11، سٽون 14، هر سٽ ۾ تقريباً 15 کان 17 اکر آهن. پنو سائي رنگ جو ضعيف آهي. سيني نسخن کان وڌيڪ صحيح آهي. اسان انهيءَ تي اعتماد ڪيو آهي.

**ٻيون نسخو:**

حضرت علامه مولوي محمد موسىٰ کوکر عليه الرحمة (راڌڻ وارا نزد درگاهه عاليه ويهڙ شريف) المتوفي ٢٥ رمضان المبارڪ سنه ١٣٧٧هه

جو لکيل آهي سنِ ڪتابت ۴ شعبان ۱۳۴۳ ھ ڄاڻايل آهي. مخدوم مولوي محمد موسىٰ صاحب هن ڪتاب کي پنهنجي وڏي بياض قلمي ۾ اندرئي لکيو آهي. خط نستعليق ۽ اکر صاف آهن. هن نسخي جا 11 صفحا آهن. سائيز 30x16، سٽون 25، هر سٽ ۾ تقريباً 17 کان 19 آهن. پنو اڇو سٺو آهي.

**ٽيون نسخو:**

علامہ مولانا عبد العزيز نعيمي بديچو (ميمڻ ڳوٺ ملير، ڪراچي) جو لکيل آهي. سنِ ڪتابت ۱۰ رمضان المبارڪ سنہ ۱۴۰۰ ھ بروز خميس لکيو اٿس.

اصل ۾ هي نسخو مخدوم عبد الحق بختيارپوري جي هٿ اکر لکيل نسخي تان حضرت مفتي اعظم سنڌ استاد مفتي عبد الله نعيمي (ملير ڪراچي) جي حڪم سان نقل ڪيو ويو آهي. هن جي آخر ۾ هن طرح لکيل آهي.

قد تم في السلخ شهر شوال المكرم من سنة

سادس عشر و ثلاثماة بعد الالف (۱۳۱۶)

بيد احقر العباد عبد الحق بختيارپوري

عفي عنہ ما كان منہ

يعني علامہ بختيارپوري هي نسخو شوال جي آخري تاريخ سنہ ۱۳۱۶ هجري ۾ لکي تيار ڪيو. خط نستعليق ۽ اکر صاف ۽ پڪا آهن. ڪل صفحا 16 آهن. سائيز 26x18 ، سٽون 21، هر سٽ ۾ تقريباً 14 کان 18 اکر آهن.

ڪتاب جي پهرين صفحہ تي ٽائيٽل ڏنو ويو آهي. جنهن کي چوڌاري ۽ وچ تي ليڪون پائي سينگاريو ويو آهي.

مٿين ڪندن تي هي بيت لکيل آهي.

در دل مسلم مقامِ مصطفیٰ است
آبروئے ما ز نامِ مصطفیٰ است

ڪتاب جو نالو هن طرح لکيل آهي. رسالہ الموسوم بہ ڪشف المهمات في بعض المسئولات. ان کان پوءِ مؤلف جو اسم گرامي هن طرح لکيل آهي: علامة الدهر وحيد العصر المخدوم المعظم عاشق النبي المڪرم فضل الله سيوستاني ﷫ المتوفي سنہ
آخر ۾ ڪاتب جو نالو لکيل آهي.

هن ۾ نئين ڳالهہ ڪتاب جي نالي جي آهي. يعني "ڪشف المهمات في بعض المسئولات". اهو نالو پهرين ڪاتب رکيو آهي يا پوئين ڪاتب. بهرحال اصل نالو "ڪشف مبهم مشڪلات" آهي.

ياد رهي تہ قبلہ مرشد ملڪاڻي عليہ الرحمة هن ڪتاب جو حوالو ڏيندي نالو "ڪشف مبهم مشڪلات" ورتو آهي. ۽ ڪن بزرگن "ڪشف المبهم" بہ لکيو آهي. هن نسخي ۾ ڪاتب کان بعض جاين تي غلطيون ٿيون بہ آهن.

**چوٿون نسخو:**

هن نسخي تي نہ ڪاتب جو نالو آهي نہ سنِ ڪتابت آهي. خط نستعليق، اکر پڪا اٿس. صفحا 18، سائيز 24x14، سٽون 22 /23، هر سٽ ۾ تقريباً 12 کان 14 اکر آهن. غلطين کان صاف آهي. اڳين صفحن تي انهن نسخن جو عڪس ڏئي رهيا آهيون.

بسم الله الرحمن الرحيم

حامدا و مصليا و مسلما مي گويد احقر العباد فقير الله سيوستاني عفي الله ذنوبه وستر عيوبه
اين رساله ايست محتوي بر چند مسئولات بمع اجوبه منقولات كه بسته عالي سائلي بغير تحرير حسن قم رقمه
رباعي كشف مسئولات مبهم شد عجائب اجوبات گشت نام اين رساله كشف مبهم مشكلات
نام با سالش موافق اسم بر رسمش گواه تحفهء ارباب علم و بهر اهل نجات و بتوفيق
اين نه طباق مسئولات بادوان طاي اجوبه منقولات مطوي ساخته و عروسان عبارات
عربيه را به پيرائش جلد باري پيراسته والله الموفق والمعين المسئول الدول
بوقت شنيدن اشهدان محمد رسول الله در اذان هر دو ناخن انگشتان بر چشمان نهادن و بوسيدن

بخشيدن جائز است و ميرسد ثواب اين اعمال بجهان اموات و احياء عند اهل السنة
والجماعت و در بحر الرائق در باب حج آورده كه ظاهر الاطلاق علماء آنست كه فرق نيست
ميان فريضه و نافله اگر ثواب اينها بخشيده بديگري كرده باشد خواه زنده صحيح مي شود
و ميرسد آنرا ليكن ثواب فريضه كه بخشيده موجب اداي قضاي آن فريضه بر بخشيده
بار ديگر نيست كه ازذمه بخشنده بمجرد اداي كردن آن فريضه ساقط شده والساقط
لا يعود و ثواب بموهوب رسيده زيرا كه عدم ثواب مستلزم عدم سقوط نيست
از ذمه بخشنده ولم لزه منفصلا انتهي و در كتاب عالمگيري آورده كه انسان را جائز است
كه بخشد ثواب عمل خود به غير خود نماز باشد خواه روزه خواه صدقه خواه غير اين اعمال
چنانچه حج و قراءة قرآن و اذكار و زيارة قبور انبياء عليهم السلام و شهداء و اولياء
كرام و صالحان اولى الاحترام و تكفين اموات و جميع انواع خيرات كذا في غاية الرجي
هذه غاية الجواب والله اعلم بالصواب وصلى الله تعالى على صاحب الشفاعة وعلى اصحابه
والتابعين وعلى اهل السنة والجماعت ابد الابدين برحمتك يا ارحم الراحمين

كتاب كشف مبهم مشكلات پهرين قلمي نسخي جو عكس

بسم الله الرحمن الرحيم

حامدا و مصليا و مسلما ميگويد احقر العباد فضل الله سيستاني عفى الله ذنوبه و ستر عيوبه اين رساله ايست
محتوى بر چند مسئولات بجواب اجوبه مسئولات كه باستدعاء سائلي بقيد تحرير و حسن تقرير آمده رسالۀ
كشف مسئولات مبهم شد بجانب اجوبه گشت نام اين رساله كشف مبهم مشكلات نام با مسائلش موافق
اسم بر مسمش گواه تحفۀ ارباب علم و هديۀ اهل كمالات و بتوفيق الله تعالى اين بنده طباق مسئولات را در اطباق
اجوبه مسئولات مطوى ساخته و عروسان عبارات عربيه را به پيرايش حلۀ پارسي پيراسته والله الموفق والمعين

المسئول الاول بوقت شنيدن اشهد ان محمدا رسول الله در اذان هر دو ناخن انگشتان بر چشمان نهادن ١ ١٨١
و بوسيدن درست و مباح ست يا مستحب يا مكروه بدعت حرام ست المنقول در جامع هاشمي از مختصر و فتاوى
صوفيه آورده كه در وقت شنيدن شهادت ثانيه در اذان نهادن هر دو ناخن انگشت شهادت بر چشمان سنت ست
و در فتح الاوراد آورده بايد كه درين وقت هر دو انگشت شهادت بر چشم نهد كه از امير المومنين على روايت كرده كه وقت
شهادت ثانيه هر دو سبابه بر چشم مي نهاد و مي گفت رضيت بالله ربا و بمحمد صلى الله عليه وسلم رسولا و بالاسلام دينا و اندرين
باب احاديث بسيار وارد ست لكن خالي از ضعف نيست چنانچه در تذكرة الموضوعات اكثر احاديث آورده و بيان موضوعات
ضعف نموده مگر حديث سابق از على كرم الله وجهه بلا بيان ضعف نقل كرده و در خزانة الروايات آورده اما حديث
مسح العينين بباطن سر انگشت سبابه يا هر دو ناخن انگشت و بوسيدن آن بوقت سماع الشهادة از زبان
مؤذن علما مي گويند كه بصحت نرسيده و حكم بوضع اين حديث نيز نكرده اند بلكه بعضي مي گويند كه در تجربه
آمده است كه بوسيدن سر انگشت درين وقت و بر چشم نهادن موجب عدم نابينائي چشم گرديده و بعضي اهل تجربه
گفته كه كساني كه به نابينائي مبتلا شده پس اين عمل سبب رجوع بصارت شان گرديده انتهى و در كنز العباد
حديث آورده كه من سمع اسمي في الاذان يعني فرموده پيغمبر كه هر كه بشنيد نام من در اذان و وضع ابهاميه على
عينيه و نهاد هر دو ناخن انگشت بر چشمان خود فانا طالبه في صفوف القيامة پس من جوينده باشم او را در
صفوف قيامت و قائده الى الجنة و رساننده او بسوي بهشت انتهى و در مقدمة الصلوة آورده چون نام نبي صلى الله عليه وسلم
بشنود ابهام ببوسد و بر ديده نهد كذا في خزانة الروايات انتهى پس ازين روايات منقول بوضوح پيوسته كه قائل بر سنت

٦٢

كتاب كشف مبهم مشكلات جي قلمي نسخي جو عكس

(۱)

بسم اللہ الرحمن الرحیم

رب یسر ولا تعسر وبک نستعین توکلت علیک وتمم بالخیر

حامدًا ومصلیًا ومسلمًا میگوید احقر العباد فضل اللہ سیوستانی عفی اللہ ذنوبہ وستر عیوبہ
این رسالہ ہست محتوی بر چند مسئولات بمعہ اجوبہ منقولات کہ باستدعای سائلی بقید تحریر وحسن
تحریر آمدہ. رباعی: کشف مسئولات مبہم شد عجائب اجوبات؛ گشت نام این رسالہ کشف
مبہم مشکلات؛ نام باسائیش موافق اسم بر رسمش گواه؛ تحفہ ارباب علم وهدیہ اہل نجات؛
وبتوفیق اللہ تعالیٰ این نہ طباق مسئولات را در اطباق اجوبہ منقولات مطوی ساختہ و
عروسان عبارات عربیہ را بہ پیرائیش حلہ پارسی پیراستہ واللہ الموفق والمعاف.

المسئول الاول: بوقت شنیدن اشہد ان محمد رسول اللہ صلی اللہ علیہ وسلم در اذان ہر دو سر انگشتان
بر چشمان نہادن وبوسیدن درست است یا مستحب یا مکروہ یا بدعت وحرام است؟
المنقول: در بیاض ہاشمی از مضمرات وفتاوی ناصری آوردہ کہ در وقت شنیدن شہادۃ ثانیہ
در اذان نہادن ہر دو انگشت بر چشمان سنت است ودر مفتوح الاوراد آوردہ باید کہ
درین وقت ہر دو انگشت شہادت بر چشمان نہد کہ از امیر المؤمنین علی رضی اللہ تعالیٰ عنہ مروی
است کہ در وقت شہادت ثانیہ ہر دو سبابہ بر چشم می نہاد ومیگفت رضیت باللہ ربًا وبالمحمد
صلی اللہ علیہ وسلم رسولًا وبالاسلام دینًا الخ اندرین باب احادیث بسیار وارد است لیکن خالی از
ضعف نیست چنانچہ در تذکرۃ الموضوعات اکثر احادیث آوردہ وبیان ضعف نمودہ مگر حدیث
سابق از علی کرم اللہ وجہہ الکریم بلا بیان ضعف نقل کردہ ودر مقاصد الروایات آوردہ احادیث
مسح العینین بباطن سر انگشت وبوسیدن آن بوقت سماع اسم آنسرور کائنات صلی اللہ علیہ وسلم
از زبان مؤذن علماء میگویند کہ بصحت نرسیدہ وحکم بوضع این حدیث نیز نکردہ اند
بلکہ بعضے میگویند کہ در تجربہ آمدہ است کہ بوسیدن سر انگشت درینوقت بر چشم

کتاب کشف مبهم مشکلات تئین قلمي نسخي جو عکس

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

حامدا و مصليا و مسلما: میگوید احقر العباد **فضل الله** سیوستانی عفی اللہ ذنوبہ و ستر عیوبہ: ایں رسالہ است محتوی بر چند مسئولات بمعہ اجوبہ منقولات کہ باستدعائے سائلی بقید تحریر و حسن تقریر آمدہ۔

## رباعی

کشف مسئولات مبہم شد عجائب اجوبات
گشت نام ایں رسالہ کشف مبہم مشکلات
نام با سالش موافق، اسم بر رسمش گواہ
تحفہء ارباب علم و ھدیہء اھل نجات

و بتوفیق اللہ تعالیٰ ایں نہ طباق مسئولات را در انطباق اجوبہ منقولات مطوی ساختہ و عروسان عبارات عربیہ را بہ پیرائش حلہ پارسی پیراستہ. و اللہ الموفق و المعین.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

حمد ڪندي ۽ صلوٰة ۽ سلام پڙهندي احقر العباد **فضل الله** سيوستاني، الله تعالىٰ انهيءَ جا گناهہ بخشي ۽ سندس عيب ڍڪي، چوي ٿو تہ هي رسالو چند سوالن تي مشتمل آهي، جو ڪنهن سائل جي سوال ڪرڻ سان قيدِ تحرير ۽ حسنِ تقرير سان آيل آهي.

رباعي

ذڪين سوالن ڪي عجيب جوابن سان ڪوليو ويو آهي. هن رسالي جو نالو "ڪشف مبهم مشڪلات" آهي. نالو سندس (تاليف واري) سال جي موافق آهي ۽ سندس نالي مان نئي موضوع ظاهر آهي. هي علم وارن لاءِ تحفو ۽ چونڪاري وارن لاءِ هديو آهي

۽ الله تعالي جي توفيق سان هن ۾ نَو (9) عدد ترتيب وار سوالن ڪي انهيءَ ترتيب سان مدلل جوابن ۾ ويڙهيا اٿم ۽ عربي عبارتن جي ڪنوارن ڪي فارسي وڳا ڍڪايا اٿم ۽ الله تعالىٰ توفيق ڏيندڙ ۽ مددگار آهي.

**المسئول الاول:**

**بوقت شنیدن** اشهد ان محمد رسول الله در اذان ہر دو نر انگشتان بر چشمان نہادن و بوسیدن درست و مباح است یا مستحب یا مکروہ یا بدعت یا حرام؟

**المنقول:**

در بیاض ھاشمی از مضمرات و فتاویٰ ناصری آوردہ کہ در وقت شنیدن شہادت ثانیہ در اذان نہادن ہر دو انگشت بر چشمان سنت است و در فتوح الاوراد آوردہ باید کہ دریں وقت ہر دو انگشت شہادت بر چشم نہد کہ از امیر المؤمنین علی رضی اللہ عنہ مروی است کہ در وقت شہادتِ ثانیہ ہر دو سبابہ بر چشم می نہاد و میگفت رَضِيتُ بِاللهِ رَبًّا وَّبِمُحَمَّدٍ ﷺ رَسُوْلًا وَّبِالْاِسْلَامِ دِيْنًا۔

اندریں باب احادیث بسیار وارد است لیکن خالی از ضعف نیست چنانچہ در تذکرۃ الموضوعات اکثر احادیث آوردہ و بیان ضعف نمودہ مگر حدیث سابق از علی کرم اللہ وجہہ بلا بیان ضعف نقل کردہ و در متانۃ الروایات آوردہ اما حدیث مسح العینین بباطن سرِ انگشت سبابہ یا ہر دو نر انگشت و بوسیدن آں بوقت سماع اسم آں سرور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم از زبان مؤذن علماء میگویند کہ بصحت نہ رسیدہ

## اذان جي دؤران "اشهد ان محمد رسول الله" ٻڌڻ وقت ٻنهي آڱوٺن کي چمي اکين تي رکڻ جو بيان

**سوال پهريون:**

بانگ ۾ "اشهد ان محمد رسول الله" ٻڌڻ وقت ٻنهي آڱوٺن کي چمي اکين تي رکڻ درست ۽ مباح آهي يا مستحب يا مڪروه يا بدعت يا حرام ؟

**جواب:**

بياض هاشمي ۾ مضمرات ۽ فتاوىٰ ناصري کان نقل ڪيل آهي ته بانگ ۾ ٻين شهادت (اشهد ان محمد رسول الله) ٻڌڻ وقت ٻنهي آڱوٺن کي اکين تي رکڻ سنت آهي ۽ فتوح الاوراد ۾ آهي ته ٻئي شهادت واريون آڱريون اکين تي رکڻ گهرجن جو امير المؤمنين حضرت علي رضي الله عنه کان روايت ڪيل آهي ته پاڻ اشهد ان محمد رسول الله وقت ٻئي شهادت واريون آڱريون اکين تي رکندا هئا ۽ چوندا هئا رَضِيتُ بِاللهِ رَبًّا وَّ بِمُحَمَّدٍ ﷺ رَسُولًا وَّ بِالْإِسْلَامِ دِيْنًا (مان الله تعالىٰ سان پنهنجي رب هئڻ تي ۽ منهنجي مُحَمَّد ﷺ سان رسول هئڻ تي ۽ اسلام سان دين هئڻ تي راضي ٿيس)

هن باب ۾ گهڻيون حديثون وارد آهن ليڪن ضعف کان خالي ناهن جيئن تذڪرة الموضوعات ۾ اڪثر حديثون آندل آهن ۽ انهن جو ضعف به بيان ڪيل آهي. مگر اڳين حديث حضرت علي ڪرم الله وجهه واري بغير بيان ڪرڻ ضعف جي نقل ڪيل آهي. متانة الروايات ۾ آهي ته اذان ۾ سرورِ ڪائنات ﷺ جن جي اسم مبارڪ ٻڌڻ وقت شهادت وارين آڱرين جي چوٽين جو اندريون حصو يا آڱوٺا چمڻ واري حديث جي باري ۾ علماء فرمائن ٿا ته درجهءِ صحت کي پهتل ناهي.

و حکم بوضع ایں حدیث نیز نکردہ اند بلکہ بعض میگویند کہ در تجربہ آمدہ است کہ بوسیدن سر انگشت دریں وقت و بر چشم نہادن موجب عدم نابینائی چشم گردیدہ و بعضے اھل تجربہ گفتہ کہ کسانی کہ بہ نابینائی مبتلا شدند پس ایں عمل سبب انجلاء ابصار اوشاں گردیدہ انتہیٰ۔

و در کنز العباد حدیث آوردہ کہ مَنْ سَمِعَ اِسْمِيْ فِي الْاَذانِ یعنی فرمود پیغمبر ﷺ کہ ہر کہ شنید نام من در اذان وَ وَضَعَ اِبْهَامَيْهِ عَلىٰ عَيْنَيْهِ و نہاد ہر دو نر انگشت بر چشمانِ خود فَاَنَا طَالِبُه' فِيْ صُفُوْفِ الْقِيَامَةِ پس من جوئیدہ او باشم در صفوف قیامت وَ قَائِدُه' اِلَي الجَنَّةِ و رسانیدہ او بسوئے بہشت انتہیٰ۔

و در مقدمۃ الصلوٰۃ آوردہ چوں نام نبی ﷺ بشنود ابہام بوسد و بر دیدہ نہد کذا فی خزانۃ الروایات انتہیٰ۔

ازیں روایات منقولہ بوضوح پیوستہ کہ قائل بحرمت یا کراہیت و بدعیت ایں امر کسے نیست و احادیثے کہ اندر ایں باب ورود یافتہ از ضعف خالی نباشند مگر حدیث امیر المؤمنین کرم اللہ وجہہ کہ مذکورہ شد بدرجۂ صحت رسیدہ پس عمل بایں اقسام حدیث اگرچہ منسوب بضعف باشند موجب استحباب است چراکہ شیخ علی قاری در تصنیف خود مسمیٰ بہ عجالت الوقت آوردہ

۽ هن حديث جي موضوع هجڻ جو حڪم پڻ نہ ڪيو اٿن بلڪ ڪي چون ٿا تہ تجربي مان ثابت ٿيو آهي تہ انهيءَ وقت (يعني اسم پاڪ ٻڌڻ وقت) آڱرين جا مٿا چمي اکين تي رکڻ عدم نابينائي جو موجب آهي. (يعني اهو ماڻهو ڪڏهن انڌو نہ ٿيندو.)
ڪن تجربي وارن جو چوڻ آهي تہ جيڪي شخص نابينائي ۾ مبتلا هجن تہ هي عمل انهن جي بينائي جو سبب ٿيندو.

۽ ڪنز العباد ۾ هڪ حديث پاڪ آندل آهي تہ مَنْ سَمِعَ اِسْمِيْ فِي الْاَذانِ يعني پيغمبر پاڪ ﷺ جن فرمايو تہ جنهن منهنجو اسم اذان ۾ ٻڌو وَ وَضَعَ اِبْهَامَيْه عَلىٰ عَيْنَيْهِ ۽ ٻئي آڱوٺا پنهنجي اکين تي رکيائين فَاَنَا طَالِبُه، فِيْ صُفُوْف الْقِيَامَة تہ مان انهيءَ کي قيامت جي صفن ۾ ڳوليندڙ هوندس وَ قَائِدُه، اِلَي الْجَنَّةِ ۽ انهيءَ کي جنت جي طرف وٺي ويندڙ هوندس.

۽ مقدمة الصلوٰة ۾ آندل آهي تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جو اسم مبارڪ ٻڌي تہ آڱوٺا چمي ۽ اکين تي رکي. اهڙي طرح خزانة الروايات ۾ آهي.

هنن منقول روايتن مان چڱي طر ح واضح آهي تہ هن فعل جي حرام يا مڪروه يا بدعت چوڻ وارو ڪو بہ نہ آهي ۽ اهي حديثون جيڪي هن باب ۾ وارد ٿيل آهن سي ضعف کان خالي نہ آهن. مگر امير المؤمنين ڪرم الله وجهہ واري حديث جيڪا ذڪر ڪيل آهي سا درجہءِ صحت کي پهتل آهي.

هاڻي هنن قسمن جي حديثن تي عمل ڪرڻ جيتوڻيڪ ضعف جي طرف منسوب هجن موجبِ استحباب (مستحب) آهي جو جو شيخ علي قاري پنهنجي تصنيف عجالت الوقت جي اندر آندو آهي.

انّهٗ يَسْتَحِبُّ الْعَمْلُ بِالْحَدِيْثِ الضَّعِيْفِ یعنی مستحب است عمل کردن بحدیث ضعیف مَالَمْ يَكُنْ مَوْضُوْعًا تا زمانیکه بدرجۂ موضوع نرسیده باشد پس ہر دو نر انگشت بوسیدن و بر چشم نہادن مطابق احادیث روایات منقولہ موجب سنت است نہ کراہت و بدعت و حرام۔

## المسئول الثانی :

عرس حضرت رسولِ کریم ﷺ در ہر سال نمودن و یازدہم حضرت غوث الاعظم پیر دستگیر قدس الله سره در ہر سال کردن و ایں الفاظ گفتن کہ ایں طعام عرس حضرت رسول الله ﷺ و طعام یازدہم میباشد شرعاً خوردن ایں طعام درست و مباح و حلال است یا مکروہ و حرام است۔ پس اگر حلال است معنیٰ آیۂ کریمہ وَ مَا اُهِلَّ لِغَيْرِ الله بِه چہ میشود؟

## المنقول:

در ضمن ایں مسئول چند مسائل مندرج است اولاً: عرس حضرت رسول الثقلین ﷺ در مواہب لدنیہ منقول است۔ رُؤِيَ اَبُوْ لَهَبٍ بَعْدَ مَوْتِه فِي النَّوْمِ دیده شد ابو لہب کافر را بعد از موت او در معائنہ خواب فَقِيْلَ لَهٗ مَا حَالُکَ پس گفتہ شد او را چہ طور است حال تو فَقَالَ فِي النَّارِ

تہ انّہ' يَستَحبُّ الْعَمْلُ بِالْحَدِيْثِ الضَّعِيْفِ يعني ضعيف حديث تي عمل ڪرڻ مستحب آهي مَالَمْ يَكُنْ مَوْضُوْعًا جيسيتائين جو موضوع جي درجي تي پهتل نہ هجي.
هاڻي ٻئي آڱوٺا چمي اکين تي رکڻ حديثن ۽ منقولہ روايتن جي مطابق موجبِ سنت ۽ مستحب آهي. ڪراهتہ بدعت ۽ حرام نہ آهي.

---

## ميلاد مبارڪ ۽ يارهين شريف جو بيان

سوال ٻيون:

رسول ڪريم ﷺ جن جو هر سال عرس (ميلاد) ڪرڻ ۽ حضرت غوث الاعظم پير دستگير قدس الله سره جن جي هر سال يارهين ڪرڻ ۽ هي الفاظ چوڻ تہ هي طعام حضرت رسول الله ﷺ جن جي عرس جو ۽ يارهين جو طعام آهي.
شرعي لحاظ سان اهو طعام کائڻ جائز مباح ۽ حلال آهي يا مڪروه ۽ حرام آهي پوءِ جيڪڏهن حلال آهي تہ هن آية ڪريمہ وَ مَا اُهِلَّ لِغَيْرِ اللهِ بِه جي معنىٰ ڇا ٿيندي؟

جواب:

هن سوال جي ضمن ۾ چند مسئلا مندرج آهن.
پهريون: حضرت رسول الثقلين ﷺ جن جو عرس مبارڪ:
مواهب لدنيہ ۾ منقول آهي: رُؤِيَ اَبُوْ لَهَبٍ بَعْدَ مَوْته فِي النَّوْمِ. يعني ابو لهب ڪافر کي سندس مرڻ کان بعد ڏٺو ويو فَقِيْلَ لَه' مَا حَالُکَ: پوءِ کيس پڇيو ويو تہ تنهنجو ڪهڙو حال آهي فَقَالَ فِي النَّارِ:

پس جواب داد کہ در آتش دوزخ میباشم اِلَّا انَّہٗ خُفِّفَ عَنِّيْ مِنْ كُلِّ لَيْلَةِ اثْنَيْنِ باوجودیکہ تخفیف کردہ شد از من در ہمہ شب دوشنبہ وَ اَمُصُّ مِنْ اِصْبَعَيْنِ هَاتَيْنِ مَاءً و مینوشم از ہمیں دو انگشتان آب سرد وَ اَشَارَ بِرَاسِ اِصْبَعَيْهِ و اشارت کرد بسر دو انگشت خود وَاِنَّ ذٰلِكَ بِاِعْتَاقِيْ ثُوَيْبَةَ و بدرستی کہ ایں نعمت حاصل شد مرا بسبب آزاد کردن من کنیزک راکہ نام کنیزک ثویبہ بود عِنْدَ مَا بَشَّرَتْنِيْ بِوِلَادَةِ النَّبِيِّ ﷺ بوقتے کہ بشارت داد مرا آن کنیزک بولادت پیغمبر ﷺ وَ بِاِرْضَاعِهَا لَهٗ و ایں نعمت حاصل شد مرا بسبب شیر دادن کنیزک من آنسرور ﷺ را انتہیٰ۔

ابن جوزی کہ از اکابر علماء است ایں جا آوردہ کہ چوں ابو لہب کافر موذی پیغمبر ﷺ کہ قرآن بذم آن کافر نزول یافتہ بسبب خوشی مسرت ولادت آنحضرت ﷺ بتخفیف عذاب در ہر دوشنبہ و نوشیدن آب از سرہائے دو انگشت فائز شدہ چہ حال مسلم موحد باشد کہ بسرور ولادت آنسرور ﷺ طعام ولیمہ و شادی تیار کند و بفقرآء و اقرباء خوراند کہ وجود مسعود آنحضرت ﷺ باعث رحمت عالم و عالمیان گردید امید است کہ صانعان ولیمہ عرس را او تعالیٰ جل شانہٗ بفضل عمیم خویش اگرچہ ملوث بگناہاں باشند داخل جنات النعیم فرماید، تمام شد ترجمہ کلام ابن جوزی۔

جواب ڏيندي چيائين ته جهنم جي باهه ۾ پيو آهيان اِلَّا اَنَّه' خُفِّفَ عَنِّيْ مِنْ كُلِّ لَيْلَةِ اثْنَيْنِ: پر هر سومر جي رات مون کان عذاب ۾ تخفيف ڪئي ٿي وڃي وَ اَمُصُّ مِنْ اِصْبَعَيْنِ هَاتَيْنِ مَاءً: ۽ هنن ٻن آڱرين مان ٿڌو پاڻي ٿو پيان وَ اَشَارَ بِرَاسِ اِصْبَعَيْه: ۽ پنهنجن ٻن آڱرين جي چوٽين جي طرف اشارو ڪيائين وَاَنَّ ذٰلِکَ بِاعْتَاقِيْ ثُوْبِيَّةَ: ۽ بيشڪ هي نعمت مون کي حاصل ٿي هڪ ٻانهيءَ جي آزاد ڪرڻ جي ڪري انهيءَ ٻانهي جو نالو ثوبيه هو عِنْدَ مَا بَشَّرَتْنِيْ بِوَلَادَةِ النَّبِيِّ ﷺ جنهن وقت جو انهيءَ ٻانهيءَ مونکي پيغمبر ڪريم ﷺ جن جي ولادت جي بشارت ڏني وَ بِارْضَاعِهَا لَه': ۽ هي نعمت حاصل ٿي مون کي جو انهيءَ منهنجي ٻانهيءَ آقا سرور ﷺ جن کي ٿڃ پياري هئي.

علامه ابن جوزي جيڪي اڪابرين علماء مان آهن، هن حديث کان بعد لکن ٿا ته جڏهن ابو لهب ڪافر جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جن کي ايذاء ڏيندو هو ۽ قرآن به انهيءَ ڪافر جي مذمت ۾ نازل ٿيو سو پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي ولادت جي خوشي ۽ مسرت سبب، هر سومر تي عذاب جي تخفيف ۽ ٻنهي آڱرين جي چوٽين مان پاڻي پيئڻ سان بهره ور ٿيو آهي؛ ته انهيءَ مسلمان موحد جو ڇا حال هوندو جيڪو سرور عالم ﷺ جن جي ولادت جي خوشيءَ ۾ طرح طرح جا طعام تيار ڪري فقيرن ۽ غريبن کي کارائي؛ جو پاڻ سڳورن ﷺ جن جو وجود مسعود تمام جهان وارن جي لاءِ رحمت ٿيو آهي. اميد آهي ته عرس شريف جي وليمي تيار ڪندڙن کي الله تعالیٰ جل شانه پنهنجي فضل عميم سان جيتوڻيڪ گناهن سان ڀريل هجن ته به جنات النعيم ۾ داخل فرمائيندو (آمين) ابن جوزي جي ڪلام جو ترجمو پورو ٿيو.

مؤلف گوید کہ فرحت و سرور بولادت سرور کائنات ﷺ کہ منشائے رسالت و نزول قرآن و حصول ھدایت و ایمان است بدلالت نص فرقان بطریق اولویت ثابت و مامور است لقولہ تعالیٰ قُلْ بِفَضْلِ اللهِ وَ بِرَحْمَتِهٖ فَبِذٰلِکَ فَلْيَفْرَحُوْا هُوَ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُوْنَ. مفسرآں چنانچہ مدارک وبیضاوی فضل ورحمت راتفسیر بقرآن واسلام کردہ اندچوں بحصول ایں امرین فرحت مامور است بحصول ولادت شریف کہ مبدأ ایں امرین و منشاء حصول منافع و نعیم دارین است بطریق اولویۃ مامور است وادنٰی درجہ از فرحت بدخول ماہ رمضان نباشد کہ مؤمن ہمیں فرحت از ذنوب پاک میشود کَيَوْمٍ وَلَدَتْهُ اُمُّهٗ و رسول اکرم ﷺ از سبب فرحت دریں ماہ اعطاء فقیراں و اطلاق اسیراں میکردند کہ موجب اظہار آثار فرحت است چوں ماہ ولادت کہ منشاء سعادت است متوجہ گردد مؤمن را نیز اظہار آثار فرحت و سرور باطعام عام واکرام کرام انسب واولیٰ است و موجب خوشنودی مولیٰ چوں ایں فرحت بدلالت نص حدیث و قرآن ثابت است و منکران ایں معنیٰ منکر اند و العلم عند الله۔

و مشروعت ایں فرحت و سرور عامًا فعامًا یعنی سال بسال کردن بحدیث صحیح بخاری و مسلم ابن حجر عسقلانی کہ حافظ احادیث بودہ بثبوت رسانیدہ

(هن ڪتاب جو) مؤلف چوي ٿو ته سرور ڪائناتﷺ جن جي ولادت جي خوشي ۽ سرور، جيڪو رسالت، نزول قرآن، حصولِ هدايت ۽ ايمان جو منشاء آهي سو قرآن جي دلالت نص سان بطريق اوليٰ ثابت ۽ مامور آهي. جيئن ته الله تعاليٰ فرمايو آهي: قُلْ بِفَضْلِ اللهِ وَ بِرَحْمَتِه فَبِذالِکَ فَلْيَفْرَحُوْا هُوَ خَيْرٌ مِّمَّا يَجْمَعُوْنَ (اي حبيب) ارشاد فرماءِ ته الله جي فضل ۽ سندس رحمت تي خوب خوشيون ڪن اهو سندن گڏ ڪيل کان ڀلو آهي. انهيءَ جي تفسير ڪرڻ وارا، جيئن مدارڪ ۽ بيضاوي (وغيره) فضل ۽ رحمت جو تفسير قرآن ۽ اسلام ڪي ڪيو اٿن. جڏهن هنن ٻن چيزن جي حاصل ٿيڻ سان خوشي ڪرڻ جو حڪم آهي ته ميلاد شريف جي خوشي ڪرڻ جو حڪم جيڪو هنن چيزن جو مبداء ۽ ٻنهي جهانن جي نفعي ۽ نعمتن جي حصول جو منشاء آهي بطريقه اوليٰ ثابت ٿئي ٿو. ۽ خوشيءَ جو گهٽ ۾ گهٽ درجو ماهِ رمضان جي اچڻ سان آهي جو مؤمن انهيءَ خوشيءَ جي سبب گناهن کان ائين پاڪ ٿو ٿئي جيئن جنهن ڏينهن ڪيس ماءُ ڄڻيو هو، ۽ پاڻ سڳورا ﷺ جن خوشيءَ جي ڪري انهيءَ مهيني ۾ مسڪينن کي خيرات ڏيندا هئا ۽ قيدين کي آزاد فرمائيندا هئا. اهو سڀ ڪجهه خوشيءَ جي اظهار جون نشانيون آهن. جڏهن ماهِ ولادت (ربيع الاول) جيڪو سعادت جو منشاء آهي. اهو مهينو اچي ته مؤمن کي ٻڻ خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ ۽ ننگر عام ۽ مهمانن جي عزت ۾ سرور حاصل ڪرڻ زياده مناسب، زياده بهتر ۽ رضاءِ الاهي کي واجب ڪندڙ آهي.

جڏهن هي خوشي حديث ۽ قرآن جي دلالت نص سان ثابت آهي ته هن معنيٰ جا انڪاري منڪر آهن ۽ مزيد ڄاڻ الله تعاليٰ وٽ آهي. هن خوشي جي مشروعيت ۽ سال بسال خوشي ڪرڻ جو جواز صحيح بخاري ۽ مسلم جي حديث مان علامه ابن حجر عسقلاني، جيڪو حديثن جو حافظ هو، ثابت ڪيو آهي.

نقل حدیث نموده که چوں آنحضرت ﷺ قدوم میمنت لزوم در مدینہ منوره زادها الله شرفًا و تعظیمًا فرمودند قوم یہود را یافتند که صوم عاشوره می داشتند پس آنحضرت ﷺ از آنہا پرسید گفتند که ایں روز عاشوره روزے است که در آں خدائے تعالیٰ غرق کرده فرعون را و نجات داده مہتر موسیٰ را علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام و مایان روزه میداریم شکرًا لله تعالیٰ پس آنحضرت ﷺ فرمود اِنَّا اَحَقُّ بِمُوْسیٰ یعنی مایان لائق تریم بموسیٰ که ایں شکرانہ بجا آریم حافظ احادیث ابن حجر عسقلانی گوید که ازیں حدیث مستفاد آست که شکر خدائے تعالیٰ براں منتی که در روز مخصوص معین کرده از اتیان نعمت و ارتفاع نعمت آں شکر بتکرار سال بسال جائز و مشروع است و انواع ادائے شکرانہ باقسام عبادت حاصل میگردد چنانچہ سجود و صیام و قیام و صدقہ و تلاوت قرآن وَ اَیُّ نِعْمَةٍ اَعْظَمُ مِنْ ظُهُوْرِ هٰذا النَّبِيِّ ﷺ یعنی کدام نعمت اعظم تر است از وجود مسعود آں سرور ﷺ فِيْ ذَالِکَ الْیَوْمِ در ہمیں روز یعنی روز ولادت شریف کذا فی حسن المقصد للامام السیوطی رحمہ ربہ



حديث نقل ڪيائين تہ جڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ مدينہ منوره الله تعاليٰ سندس شرف ۽ تعظيم وڌائي، ۾ آيا تہ يهودين کي ڏٺائون تہ عاشوري جي ڏينهن (10 محرم) جو روزو پيا رکن، جنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ انهن کان (انهيءَ جو سبب) پڇيو. هنن چيو تہ هي ڏينهن عاشوري جو اهو ڏينهن آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ فرعون کي غرق ڪيو.

۽ حضرت موسي عليٰ نبينا و عليہ الصلوٰة و السلام کي نجات (ڇوٽڪارو) عطا فرمايو. (انهيءَ سبب ڪري) اسان الله تعاليٰ جو شڪر ڪندي روزو ٿا رکون.

تنهن تي پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو: اَنَا اَحَقُّ بِمُوْسَىٰ يعني اسان حضرت موسي (عليہ السلام) جا وڌيڪ لائق آهيون جو هي شڪرانو بجا آڻيون.

حديثن جو حافظ ابن حجر عسقلاني فرمائي ٿو تہ هن حديث مان هي فائدو ملي ٿو تہ الله تعاليٰ جو شڪر انهيءَ نعمت تي جيڪا ڪنهن ڏينهن مخصوص معين ۾ ڪيل هجي. انهيءَ نعمت کي ڳائڻ جي لاءِ اهو شڪر سال بسال ڪرڻ بالڪل جائز آهي ۽ شڪراني جي ادائيگي جا قسم عبادت جي قسمن سان حاصل ٿا ٿين. جيئن سجدا، روزا، قيام، صدقا ۽ تلاوتِ قرآن (وغيره)

حضور پُر نور ﷺ جن جي ولادت واري ڏينهن ۾ سندن وجود مسعود کان زياده ٻي ڪهڙي نعمت آهي. اهڙي طرح امام سيوطي عليہ الرحمة جي ڪتاب حسن المقصد ۾ آهي.

**ثانیاً:**

کردن یازدہم غوث اعظم از باب اکرام ولی است کہ دیلمی از انس ﷺ حدیث قدسی آوردہ کہ حق تعالیٰ میفرماید مَنْ اَکْرَمَ لِيْ وَلِیًّا ہر کہ اکرام کند خالص برائے من کدام ولی را وَلَوْ بِقُضَیْبٍ یَسْتَاکُ اگرچہ بشاخ درختے کہ بداں مسواک دادہ آید یعنی بداں چیزے کہ از او انتفاع شود فَقَدْ وَجَبَتْ کَرَامَتُه عَلَيَّ بدرستے کہ واجب شد اکرام او بر من وَ مَنْ وَجَبَتْ کَرَامَتُه عَلَيَّ و کسے کہ واجب شد اکرام او بر من لَمْ اَرْضَ لَه' دُوْنَ الْجَنَّةِ نہ راضی شوم برائے آں کس سوائے دادن بہشت انتہیٰ۔ ایں حدیث شامل اکرام ولی است حَیًّا کَانَ اَوْ مَیْتًا پس اگر ولی زندہ را اکرام کردہ بدادن چیزے منتفع یا از جانب ولی متوفی چیزے بفقرآء دادہ اکرام آنکس بر خدائے تعالیٰ موجب وفائے وعدہ واجب شدہ و جزائے او جز جنت نباشد۔

و در عقائد سنیہ آوردہ قَالَ عَلَیْهِ الصَّلٰوۃُ وَ السَّلَامُ اِنَّ الْحَيَّ اِذَا تَصَدَّقَ عَنِ الْمَیِّتِ فرمود رسول خدا ﷺ بدرستے کہ زندہ اگر صدقہ از جانب میت اَوْ دَعَا لَه' یا دعائے طلبید برائے حصول نجات یا رفع درجات میت بَعَثَ اللهُ اِلَی الْمَیِّتِ

## يارهين شريف جو بيان

**بيو:**

حضرت غوثِ اعظم رضي الله عنه جي يارهين شريف ڪرڻ، وليءَ جي عزت ڪرڻ جي باب مان آهي. جيئن تہ ديلمي حضرت انس رضي الله عنه کان حديث قدسي آندي آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: مَنْ اَكْرَمَ لِيْ وَلِيًّا جيڪو بہ خالص منهنجي لاءِ ڪنهن وليءَ جي عزت ۽ تعظيم ڪري وَلَوْ بِقُضَيْبٍ يَسْتَاكُ جيتوڻيڪ وڻ جي ڪاٺيءَ سان جو انهيءَ سان ڏندڻ ڪجي، يعني اهڙي شيءِ سان جنهن مان نفعو حاصل ٿئي تہ فَقَدْ وَجَبَتْ كَرَامَتُه عَلَيَّ بيشڪ انهيءَ جي تعظيم مون تي واجب ٿي وَ مَنْ وَجَبَتْ كَرَامَتُه عَلَيَّ ۽ جنهن شخص جي تعظيم منهنجي مٿان واجب ٿي تہ لَمْ اَرْضَ لَه' دُوْنَ الْجَنَّةِ انهيءَ جي لاءِ جنت کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ شيءِ تي راضي نہ ٿيندس.

هي حديث وليءَ جي عزت ۽ تعظيم کي شامل آهي برابر آهي جو اهو زنده هجي يا وصال فرمائي ويو هجي. پوءِ جيڪڏهن ولي زنده کي ڪا نفعي واري چيز ڏيڻ سان سندس تعظيم ڪجي يا وصال واري وليءَ جي طرفان ڪا چيز فقيرن کي (خيرات) ڏجي تہ ان شخص جي عزت الله تعاليٰ جي مٿان وعده وفا جي سبب واجب آهي ۽ سندس جزا جنت کان سواءِ ٻي (ڪا شيءِ) نہ ٿيندي.

۽ عقائد سنيہ ۾ آيل آهي تہ قَالَ عَلَيْهِ الصَّلوٰةُ وَ السَّلامُ اِنَّ الْحَيَّ اِذَا تَصَدَّقَ عَنِ الْمَيِّتِ يعني پاڪ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ زنده جيڪڏهن ميت جي طرفان صدقو ڪري اَوْ دَعَا لَه' يا ان جي چوڻڪاري يا درجات جي بلنديءَ لاءِ دعا گهريائين بَعَثَ اللهُ اِلَى الْمَيِّتِ

بفرستد خدائے تعالیٰ بجانب آں میت ذَالِکَ عَلیٰ طَبَقٍ مِّنْ نُوْرٍ اجر آں دعائے را بر طبق کہ از نور باشد۔

وحدیث بریدہ رضی اللہ تعالیٰ عنہ در باب صدقہ مشکوٰۃ صراحت دارد بر ادائے صیام رمضان و حج کہ نیابت از جہت میت مامور و ماذون است از آنسرور ﷺ شیخ محمد زرقانی در شرح موطاء آوردہ وَ قَدْ قَامَ الْاِجْمَاعُ عَلیٰ اِنْتِفَاعِ الْمَیِّتِ بِصَدَقَةِ الْحَیِّ عَنْہُ وَ کَفَیٰ بِہٖ حُجَّةٌ وسال بسال تکرار تصدق را مزاحمے نیست بلکہ موجب خیرات ورفع درجات است۔

واما تعیین تاریخ وصال سببے است معاون بر فعل الخیرات وادائے صدقات باشد وبدون آں طول العمر در تسویف ماند کہ نتیجہ آں جز تاسیف نداند۔ و العلم عند اللہ.



ته الله تعالىٰ ان ميت جي طرف موڪلي ٿو ذَالِکَ عَلىٰ طَبَقٍ مِّنْ نُوْرٍ اجر انهيءَ دعا جو نور جي طبق (ٿانوَ) ۾ .

۽ حضرت بريدهؓ جي حديث مشڪوٰة جي باب صدقه ۾ ميت جي طرف کان رمضان جي روزن رکڻ ۽ حج ادا ڪرڻ لاءِ حضور اڪرمﷺ جن جي طرفان حڪم ڪيل ۽ اجازت ڏنل ۾ بالڪل ظاهر آهي (تنهن ڪري) شيخ محمد زرقاني شرح مؤطا ۾ آندو آهي ته زنده جي صدقي/ خيرات ڏيڻ سان ميت کي فائدي ملڻ تي اجماع قائم ٿي چڪو آهي اها ئي دليل ڪافي آهي ۽ سال بسال بار بار خيرات ڪرڻ ۾ ڪو پئو نه آهي بلڪ اجا به مزيد پلائي ۽ درجات جي بلندي جو سبب آهي.

باقي هر سال وصال جي تاريخ مقرر ڪرڻ سو چڱي ڪم ۽ خيرات ڪرڻ تي همت ڏيارڻ جو سبب آهي ان کان سواءِ سڄي عمر سستي ۾ گذري ويندي. آخر نتيجو افسوس جو نڪرندو.



**ثالثاً:**

ایں الفاظ گفتن کہ ایں طعام عرس حضرت رسول الثقلین ﷺ و طعام یازدہم شریف میباشد جائز است زیراکہ در ولیمہ عرس ہرچند کہ طعام تصدق برائے شکرانۂ منعم مطلق است لیکن باعث شکرانہ بدیں اضافہ امتیاز میگردد آن نعمت ولادت شریف است و مثال آں در لفظ یازدہم پیر کہ تصدق برائے خدائے تعالیٰ است و منفعت برائے پیر۔ پس شکرانہ ایں نعمت از شکرانۂ نعمتہائے دیگر ممتاز شدہ وتصدق برائے منفعت پیر از تصدق برائے منفعت غیر امتیاز یافتہ۔ چنانچہ مسجد ملایاں و مسجد ساداتاں بدیں اضافت ازیک دیگر ممتاز و جدا معلوم میشوند وَ اِلّا فَالْمَسَاجِدُ لِلّٰہِ لِقَوْلِہٖ تَعَالٰی وَ اِنَّ الْمَسَاجِدَ لِلّٰہِ و بیان اضافت ایں تمیز و جدائی۔ محمد زرقانی در باب مسابقۃ الخیل من الثنیہ الیٰ مسجد بنی زُرَیق آوردہ وگفتہ وَ اِضَافَۃُ الْمَسْجِدِ اِلَیْھِمْ اِضَافَۃُ تَمَیُّزٍ لَا مِلْکٍ انتہیٰ یعنی نسبت مسجد دریں جائے بسوئے بنی زریق کہ نام قبیلہ است از انصار نسبت تمیز است نہ نسبت ملک کہ ملکیۃ احدے در مسجد نسبت انتہیٰ۔

## حلال چيز جي غير الله جي طرف نسبت ڪرڻ

**ٿيون:**

هي الفاظ چوڻ ته هي طعام نبي ڪريم ﷺ جي عرس جو آهي ۽ هي طعام يارهين شريف جو آهي، جائز آهي. ڇو ته عرس شريف جو ننگر اگرچه نعمت جي شڪراني لاءِ طعام خيرات ڪرڻ مطلق آهي. ليڪن هتي شڪراني جو سبب هن اضافت سان ٻين کان الڳ ٿو ٿئي. اهڙي طرح پيرانِ پير جي يارهين چوڻ به جائز آهي. ڇو جو صدقو الله تعالىٰ جي لاءِ آهي ۽ ثواب پيرانِ پير جي لاءِ. تنهن ڪري ان نعمت جو شڪرانو ٻين نعمتن جي شڪراني کان ممتاز (الڳ) آهي ۽ پيرانِ پير جي لاءِ صدقي جو ثواب ٻين صدقن جي ثوابن کان الڳ آهي. جهڙي طرح مُلن جي مسجد ۽ سيدن جي مسجد. انهيءَ اضافت سان هڪ ٻئي کان مسجدون الڳ معلوم ٿين ٿيون نه ته مسجدون ته سڀ الله تعالىٰ جون آهن.

جيئن ته سندس ارشاد پاڪ آهي ته : بيشڪ سڀئي مسجدون الله تعالىٰ جي لاءِ آهن. ۽ هن تميز ۽ جدائي جي اضافت جو بيان شيخ محمد زرقاني شرح مؤطا ۾ باب مسابقة الخيل من الثنية الىٰ مسجد بني زريق ۾ آندو آهي ۽ چيو اٿس ته وَ اِضَافَةُ الْمَسَجِدِ اِلَيْهِمْ اِضَافَةُ تَمَيُّزٍ لَا مِلْكٍ يعني ان جاءِ تي مسجد جي نسبت بني زريق جي طرف جيڪو اَنصار جي هڪ قبيلي جو نالو آهي، ڪئي وئي آهي سا نسبت ٻين کان الڳ ڪرڻ جي لاءِ آهي. ملڪ جي نسبت نه آهي جو مسجد ڪنهن جي ملڪيت نه ٿي ٿي سگهي.

چوں ہمیں ملحوظ نسبت مسجد بمخلوق کردن از حدیث معلوم شده نسبت طعام را بعرس و یازدہم کردن چہ مزاحم وکدام مانع وَلَیْسَ فَلَیْسَ پس خوردن ایں طعام مباح است وحلال، نہ کراہت نہ حرام۔



جڏهن ان لحاظ سان مسجد جي نسبت مخلوق جي طرف ڪرڻ حديث پاڪ سان ثابت آهي ته طعام جي نسبت عرس يا يارهين سان ڪرڻ ۾ ڇا جي تڪليف ۽ ڪهڙو مانع آهي. جڏهن اهڙي شيءِ نه آهي ته پوءِ حرام يا مڪروه به نه آهي. ثابت ٿيو ته هي طعام کائڻ مباح ۽ حلال آهي نه ڪي ڪراهت آهي نه ڪي حرام.



**رابعاً:**

چوں طعام عرس و یازدہم حلال شدہ معنیٰ وَ مَا اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ محرم این طعام نہ گردد زیراکہ منصوص بداں ناطق است کہ ذابح بوقت ذبح کردن بسم اللہ نہ گوید و بجائے آں نام مخلوقے گیرد و ذبح کند چنانچہ شیخ نور الحق دہلوی شارح بخاری شریف در معنیٰ آیۃ بیان فرمودہ حُرِّمَتْ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَ الدَّمَ وَ لَحْمَ الْخِنْزِيْرِ وَ مَا اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ یعنی حرام کردہ شدہ است بر شما مردار و خون مسفوح و گوشت خوک و چیزے کہ ذبح کردہ شدہ است بغیر نام خدا انتہیٰ و در مدارک آوردہ وَ مَا اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ یعنی ذبح کردہ شد برائے بتہائے باسم غیر خدا چنانچہ در جاہلیت باسم اللات و العزیٰ ذبح میکردند و در ترکیب تسمیہ آوردہ کہ تقدیم بسم اللہ بر فعل مقدر یعنی اَذْبَحُ فائدہ تخصیص میدہد بمعنیٰ آنکہ خاصہ باسم خدا ذبح میکنم نہ باسم غیر خدا بخلاف رسم کفار کہ بوقت ذبح تخصیص میکردند باسم لات و العزیٰ فقط و در تخصیص غیر را گنجائش نیست کہ موجب تحریم گردد و العلم عند اللہ۔

## وَ مَا اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ جو تفسير

**چوٿون:**

جڏهن عرس ۾ پارهين جو طعام حلال ثابت ٿيو تہ وَ مَا اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ واري آية سان هي طعام حرام نہ ٿيندو. ڇو تہ آية هي ٿي ارشاد فرمائي تہ ذبح ڪندڙ ذبح ڪرڻ جي وقت بسم الله نہ چوي ۽ انهيءَ جاءِ تي ڪنهن مخلوق جو نالو وٺي ذبح ڪري. جيئن تہ شيخ نور الحق دهلوي بخاري شريف جي شارح هن آية جي معنىٰ ۾ بيانُ فرمايو آهي تہ حُرِّمَتْ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَ الدَّمَ وَ لَحْمَ الْخِنْزِيْرِ وَ مَا اُهِلَّ بِهٖ لِغَيْرِ اللّٰهِ يعني حرام ڪيل آهي توهان تي مردار ۽ رت وهندڙ (سِير جو) ۽ سور جو گوشت ۽ اها شيءِ جو الله تعالىٰ جي نالي سان ڪٺي نہ وئي آهي ۽ تفسير مدارڪ ۾ آهي: يعني بُتن جي لاءِ غير الله جي نالي سان ذبح ڪٺي وڃي. جيئن تہ دؤرِ جاهليت ۾ لات ۽ عزىٰ بتن جي نالي سان ذبح ڪندا هئا.

بسم الله جي ترڪيب ۾ آندل آهي تہ ان جي آڏو اَذْبَحُ فعل مقدر آهي. هاڻي بسم الله جي معنىٰ ٿي، الله جي نالي سان ذبح ٿو ڪيان. اها تخصيص معنىٰ ۾ هي فائدو ڏئي ٿي تہ مان خاص الله تعالىٰ جي نالي سان ذبح ٿو ڪيان. غير الله جي نالي سان نہ ٿو ڪيان، بخلاف ڪافرن جي رسم جي جو ذبح جي وقت فقط لات ۽ عزىٰ بتن جي نالي تخصيص ڪندا آهن ۽ غير جي نالي جي تخصيص جي ڪا گنجائش نہ آهي جو حرام جو سبب ٿيندو ۽ حقيقي علم الله تعالىٰ وٽ آهي.

**المسئول الثالث:**

بلفظ ندا پیغمبر علیہ السلام و اولیآء کرام خواندن کمثل یا رسول اللہ و یا غوث، درست مشروع است و یا نادرست و مکروہ و حرام است۔

**المنقول:**

معجم طبرانی در اوسط آوردہ و ایں حدیث نقل کردہ اِذَا اَرَادَ عَوْنًا یعنی شخصے راکہ مہم پیش آید و ارادہ طلب ہمراہی نمایہ فَلْیَقُلْ بہتر است کہ بگوید یَا عِبَادَ اللہِ اَعِیْنُوْنِيْ۔ اے بندگان خدا ہمراہی کنید بمن یَا عِبَادَ اللہِ اَعِیْنُوْنِيْ اے بندگان خدا ہمراہی کنید بمن سہ بار چنیں طور بگوید تا مشکلش آسان گردد ذکرہ فی حصن الحصین۔

مخفی نماند کہ ایں نداء برائے اعوان سلطنت باطنی است کہ مقرر بر تدبیرات ملکوت اند چنانچہ اعوان سلطنت ظاہری کہ متعینہ بر تدبیرات ملک اند و امرے کہ از جناب جل سلطانہ شرف صدور می یابد بر طبق تدبیرات ملکوت تحت تدبیرات اعوان ملک ظہور می گیرد و ملہوفی کہ بنداء می آید بحکم خدا اعوان ملکوت اعانت میکنند و اشیاء گم شدہ را ہم رد می نمایند چنانچہ معجم طبرانی و ابویعلیٰ موصلی و ابن سنی آوردہ کہ اِذَا انْفَلَتَتْ دَابَّتُہٗ فَلْیُنَادِ اَعِیْنُوْنِيْ یَا عِبَادَ اللہِ

## يا رسول الله ﷺ ۽ يا غوث اعظم چوڻ

**سوال ٽيون:**

ندا جي لفظ سان پيغمبر ڪريم ﷺ يا اولياء ڪرام کي سڏڻ مثلاً يا رسول الله ۽ يا غوث چوڻ درست ۽ جائز آهي يا ناجائز، مڪروه ۽ حرام آهي؟

**جواب:**

معجم طبراني اوسط ۾ هي حديث نقل ڪيل آهي ته اِذَا اَرَادَ عَوْنًا يعني ڪنهن کي ڪا مشڪل پيش اچي ۽ مدد وٺڻ جو ارادو ڪري ته فَلْيَقُلْ بهتر آهي ته هيئن چوي يَا عِبَادَ اللهِ اَعِيْنُوْنِيْ اي خدا جا ٻانهان منهنجي مدد ڪيو يَا عِبَادَ اللهِ اَعِيْنُوْنِيْ اي خدا جا ٻانهان منهنجي مدد ڪيو. ٽي دفعا اهڙي طرح چوي تا جو سندس مشڪل آسان ٿئي. حصن الحصين ڪتاب ۾ اهو ذڪر آهي.

ظاهر هجي ته هي ندا سلطنت باطني جي مددگارن لاءِ آهي جو اهي افراد ملڪوتي تدبيرات تي مقرر آهن. جهڙي طرح سلطنت ظاهري جا مددگار ملڪي تدبيرات تي مقرر هوندا آهن ۽ ڪو به امر جو الله تعالىٰ جل سلطانہ کان صادر ٿيڻ جو شرف حاصل ٿو ڪري، سو به ملڪوتي تدبيرات جي مطابق ملڪي مددگارن جي تدبيرات تحت ظهور ٿو وٺي.

تنهن ڪري جڏهن ڪو به ستايل سڏ ٿو ڪري ته الله تعالىٰ جي حڪم سان ملڪوتي مددگار سندس مدد ڪن ٿا ۽ گم ٿيل چيزون به موٽائين ٿا. جهڙي طرح معجم طبراني ۽ ابو يعلىٰ موصلي ۽ ابن سني آندو آهي ته اِذَا انْفَلَتَتْ دَابَتُه‘ فَلْيُنَادِ اَعِيْنُوْنِيْ يَا عِبَادَ اللهِ

یعنی چوں بگریزد و گم شود حیوان چهار پائے کسے پس بہتر است کہ نداء کند بریں وجہ کہ ہمراہی کنید ای بندگان خدا کما فی حصن الحصین۔

الغرض کہ مقصود از نداء طلب متوجہ شدن مخاطب است بسوئے نداء کنندہ و ایں نداء از روئے حقیقت بر حق تعالیٰ مجوز نیست چراکہ توجہ او تعالیٰ جلشانہ علی الدوام است اَیْنَمَا تُوَلُّوْا فَثَمَّ وَجْهُ اللهِ (قرآن) چوں ایں جا حاجت طلبیدن توجہ نشدہ لاچار از روء مجاز بمعنیٰ طلب اجابت باستعمال آوردہ کما فی غایۃ التحقیق و ندائے از روء حقیقت برائے توجہ غائبی کہ مستمع بود یا حضری کہ غیر ملتفت باشد معین و مقرر است اما غائبے کہ از استماع نداء بعید است او از دو امر خالی نباشد یا متحیری کہ مجرد برائے رفع تحیر بدون رعایت طلب حصول توجہ منادی بنداء آید کما فی المدارک اَلْمُتَحَیِّرُ یَتَکَلَّمُ بِمَا یُفِیْدُ وَمَا لَا یُفِیْدُ یعنی مرد حیران کلامے گوید کہ فائدہ دہد یا ندہد کہ از رعایت کلام سودمند و بے سود فارغ است یا شخصے کہ بطریق تجوز و استماع تشبہ دہد غائب را بحاضر و بعید را بقریب و معقول را بمحسوس و جمادات و امثال آنرا بذوی الروح کہ ایں تشبہ کثیر الاستعمال در منقولات و معقولات ورود یافتہ واحدے مزاحم آن نشدہ یا حضور منادی بصورت مثالی یا عینی در مکشوف آید بارتفاع حجاب و ایں امر ثالث بدونِ کرامت صورت نہ بندد

يعني جڏهن ڪنهن جو چوپايو جانور گم ٿي وڃي ته بهتر آهي ته هن طرح چوي ته منهنجي مدد ڪيو اي ٻانها الله تعالىٰ جا. جيئن حصن الحصين ڪتاب ۾ آهي.
الفرض ته ندا مان مقصود مخاطب جو ندا ڪندڙ جي طرف متوجه ٿيڻ مطلوب آهي ۽ هي ندا حقيقت جي لحاظ سان الله تعالىٰ جي لاءِ جائز نه آهي چو ته الله تعالىٰ جل شانه جي توجهه هميشه لاءِ آهي. (جهڙي طرح قرآن ڪريم ۾ آهي) جيڏانهن به توهان ڦرو اوڏانهن الله تعالىٰ جي توجهه آهي. جڏهن ان جاءِ تي توجهه طلب ڪرڻ جي ضرورت نه رهي ته پوءِ لاچار مجاز جي اعتبار سان (الله تعالىٰ کي ندا ڪرڻ) اجابت طلب ڪرڻ جي معنىٰ ۾ استعمال ٿيل آهي. جهڙي طرح غاية التحقيق ۾ آهي. حقيقت ۾ ندا اهڙي غائب جي توجهه ڇڪڻ لاءِ معين ۽ مقرر آهي جيڪو ٻڌندڙ هجي يا اهڙو حاضر جيڪو غير متوجهه هجي. باقي اهڙو غائب جيڪو ندا (سڏ) ٻڌڻ کان پري هجي ته اهو ٻن امرن کان خالي نه آهي، هڪ يا ته اهڙو پريشان جيڪو رڳو پريشاني ختم ڪرڻ لاءِ بغير توجهه طلب ڪرڻ جي ندا ڪري. جهڙي طرح تفسير مدارڪ ۾ آهي ته اَلْمُتَحَيَّرُ يَتَكَلَّمُ بِمَا يُفِيْدُ وَمَا لَا يُفِيْدُ يعني پريشان ماڻهو اهڙي ڳالهه ڪري ٿو جو فائدو ڏئي يا نه ڏئي، جو نفعي ۽ نقصان واري ڳالهه کان فارغ آهي.
يا اهڙو شخص جو بطورِ مجاز غائب کي حاضر سان، پري واري کي ويجهي واري سان، معقول کي محسوس سان ۽ جمادات ۽ ان جهڙين چيزن کي روح وارين شين سان تشبيهه ڏئي، جو هي تشبيهه منقولات، معقولات ۾ گهڻي استعمال ٿيندي آهي. ڪنهن به ان جو انڪار نه ڪيو آهي، يا ندا ڪندڙ جو بطور ڪشف جسم مثالي يا عيني جي صورت سان بنا حجاب جي حاضر ٿيڻ. هي ٽين ڳالهه بغير ڪرامت نه ٿيندي آهي.

چنانچہ قول عمر رضی اللہ عنہ در مدینہ در اثنائے خطبہ يَا سَارِيَةُ اَلْجَبَلُ اَلْجَبَلُ کہ اے ساریہ لازم شو بجبل بجبل کہ ساریہ بجنگ در ملک یمن مشغول بود و ایں ندا بگوش او رسیدہ ہما وقت بکوہِ پشت دادہ و فیروز شدہ ۔

واما بدون ایں مواضع و رعایات مدار جواز نداء بر صحۃ اعتقاد است اعتقاد آں دارد کہ نداء من غائب را باسماع جل شانہ میرسد وآں نیز بر دو وجہ است یا بواسطت ملک یا بدون توسط احدے ایں قسم ندائے نیز جائز است واما باعتقاد آنکہ ندائے من مطلقاً بسمع منادی غائب میرسد اگرچہ بعید است غایۃ البعید ایں اعتقاد خلاف مشروع است و عین الحاد و العیاذ باللہ تعالیٰ و جملہ اھلِ اسلام از ایں اعتقاد اخیر بری اند الّا بِحُكْمِ نَدْرَةٍ وَ لَا يُحْكَمُ بِالنَّدْرَةِ پس حکم بمجرد تحریم نداء علی الاطلاق ایضاً نادر است لانہ یسیء الظن بالمسلین ۔

والسلام بندائے کہ در تشہد ورود یافتہ نیز بطریق انشاء بگوید نہ بطریق اخبار کما فی الدر المختار پس بلفظ ندا پیغمبر علیہ الصلوٰۃ والسلام و اولیاء کرام را خواندن برایں وجوہِ مشروع درست و مشروع است نہ محرم و مکروہ۔

جهڙيءَ طرح حضرت امير المؤمنين عمر فاروقؓ جو مديني پاڪ ۾ خطبي ڏيڻ جي دوران چوڻ ته يَا سَارِيَةُ اَلْجَبَلُ اَلْجَبَلُ يعني اي ساريه جبل کي لازم وٺ، جبل کي لازم وٺ. جو حضرت ساريه يمن ملڪ ۾ جنگ ۾ مشغول هو ۽ هي ندا (سڏ) سندن ڪن تي پهتو. انهيءَ مهل پاڻ جبل کي پُٺ ڏنائون ۽ فتح حاصل ڪيائون.

۽ (ٻيو) باقي سواءِ هنن جاين ۽ رعايتن جي ندا جي جواز جو مدار اعتقاد جي صحت تي آهي. اعتقاد اهو رکڻ گهرجي ته منهنجي نداء غائب کي الله تعاليٰ جل شانه جي ٻڌائڻ سان پهچي ٿي - ۽ اهو پڻ ين وجهن تي آهي يا ته ملائڪ جي واسطي سان يا بغير ڪنهن واسطي جي - نداء جو هي قسم پڻ جائز آهي. پر اهو اعتقاد رکڻ ته منهنجي نداء منادي غائب تائين مطلقاً ٻڌڻ ۾ اچي ٿي جيتوڻيڪ اهو ڪيترو ٻه پري هجي ته اهو اعتقاد ناجائز ۽ عين الحاد آهي. الله تعاليٰ جي پناه - ۽ سڀ ئي اهلِ اسلام هن پوئين اعتقاد کان بري آهن. پر ڪو جاهل شاذ و نادر اهڙو اعتقاد رکي ته اهڙي تي الحاد جو حڪم نه لڳايو ويندو. (مفهوم) ته پوءِ سڪٽي نداء تي علي الاطلاق تحريم جو حڪم ٻه نادر آهي. چو ته مسلمانن ۾ برو گمان نيڻ چڱو نه آهي.

۽ تشهد (التحيات) ۾ جيڪو سلام وارد ٿيل آهي سو بطريق انشاء جي چوي اخبار جي طريقي سان نه (يعني جڏهن السلام عليڪ ايها النبي و رحمة الله و برڪاته جا لفظ چوي ته اهو خيال ڪري ته مان روبرو نبي ڪريم ﷺ جن کي سلام پيش ڪري رهيو آهيان.) جهڙيءَ طرح در مختار ۾ آهي. پوءِ پيغمبر ڪريم عليه الصلوٰة و السلام ۽ اولياء ڪرام کي لفظ نداء سان سڏڻ انهن جائز وجهن سان درست ۽ جائز آهي، حرام ۽ مڪروه نه آهي.

**المسئول الرابع :**

استمداد باولیاء کرام و انبیاء خواستن برائے حاجت روائی درست و مشروع است یا بدعت و مکروہ و حرام است و قائل آں کافر باشد یا چہ طور؟

**المنقول :**

مشروعیت استمداد در ضمن منقول ثالث معلوم شد و مشروحاً آنکہ در شرح مقاصد آوردہ کہ ظاہر از قواعد اسلام آنست کہ روح را بعد از مفارقت جسد ادراکات جزئیات متجددہ و اطلاع ببعض جزئیات احوال احیاء می شود خصوصاً کہ میان میت و مردمانِ احیاء در دارِ دنیا شناسائی باشد ازیں سبب بزیارتِ قبور و استعانت بارواح اخیار واو کہ اہل برزخ اند نفع تمامی میرسد بابت حصولِ خیرات و رفع بلیات انتہیٰ و در بیاض واحدی آوردہ کہ امام شافعی فرمودہ قبر موسیٰ کاظم تریاق مجرب است برائے اجابت دعاء و شیخ عبد الحق دہلوی در لمعات شرح مشکوٰۃ آوردہ کہ پیدا شدہ اند دریں زمانہ یک فرقہ کہ منکر استمداد و استعانۃ از اولیاء اللہ تعالیٰ میباشند و نمیدانند کہ اولیاء اللہ تعالیٰ ازیں دار فانی بدار جاودانی رسیدہ اند ھُمْ اَحْیَآءٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَ لٰكِنْ لَّا يَشْعُرُوْنَ یعنی زندہ میباشند اولیاء کرام در حضور پروردگار خود لیکن ایں فرقہ منکراں نمی دانند زندگانی باقیہ اوشانرا

## نبين ۽ ولين کان مدد وٺڻ

**چوٿون سوال:**

اولياء ڪرام ۽ انبياء عظام کان حاجت روائي لاءِ مدد وٺڻ درست ۽ جائز آهي يا بدعت، مڪروه ۽ حرام آهي ۽ ان جو قائل ڪافر ٿيو يا ڇا؟

**جواب:**

مدد وٺڻ جو جواز ٽئين نمبر سوال واري جواب جي ضمن ۾ معلوم ٿيو. مزيد تشريح هي آهي ته شرح مقاصد ۾ آهي ته اسلامي قاعدن مان هي ظاهر آهي ته روح جو جسم مان نڪرڻ کان بعد ڪيس ڪن نين ڳالهين جو ادراڪ ۽ ڪجهه جيئرن جي احوال جو اطلاع حاصل ٿئي ٿو. خاص طرح جو ميت ۽ جيئرن ماڻهن جي دنيا ۾ پاڻ ۾ ڄاڻڻ، سڃاڻڻ رهي هجي. انهيءَ سبب ڪري قبرن جي زيارت ۽ نيڪن جي روحن کان مدد وٺڻ سان اهي جيڪي اهل برزخ آهن (انهن سان) ڀلاين جي حاصل ٿيڻ ۽ مصيبتن جي ٽرڻ بابت پورو پورو فائدو پهچي ٿو. انتهىٰ ۽ بياض واحديءَ ۾ آهي ته امام شافعي عليه الرحمة فرمايو ته سيدنا موسىٰ ڪاظم رضي الله عنه جن جي مزار دعا جي مقبوليت لاءِ ترياق مجرب آهي ۽ شيخ عبد الحق (محدث) دهلوي (عليه الرحمة) لمعات شرح مشڪوٰة ۾ آندو آهي ته هن زماني ۾ هڪ فرقو پيدا ٿيو آهي جيڪو الله تعالىٰ جي ولين کان مدد وٺڻ جو منڪر آهي. ٿا ڄاڻن ته الله تعالىٰ جا وليءَ سڀڳورا هن فاني جهان کان هميشه واري جهان ۾ پهتل آهن. هُمْ اَحْيَآءٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَ لٰكِنْ لَّا يَشْعُرُوْنَ يعني اولياء ڪرام پنهنجي پروردگار (جل شانه) جي حضور زنده رهن ٿا ليڪن هي منڪر فرقه (وارا) سندن هميشه واري حياتي کي نه ٿا ڄاڻن.

و فرقہ کہ دریں زمانہ پیدا شدہ اند مشرک میگویند متوجہان اولیاء را و میگویند کہ متوجہانِ اولیاء کرام كَعَبَدَةِ الْاَصْنَامِ اند یعنی مثل پرستندگانِ بتھا اند و میگویند آنچہ میگویند وَمَا لَهُمْ بِهٖ مِنْ عِلْمٍ نیست آن فرقہ را بایں معنیٰ دانستی اِنْ هُمْ اِلَّا يَخْرُصُوْنَ نیستند آں فرقہ مگر کہ قیاسھائے میکنند باطل و خیالھائے می پزند عاطل انتہٰی کلام الشیخ۔

مؤلف میگوید عجب است از منکران استمداد اولیاء اللہ تعالیٰ و مقران بجواز استمداد از زندگانی در دار دنیا چہ مسلم و چہ کافر اعوان سلطنت ظاہری برائے مطالب دنیا بالوف عجز و انکسار استمداد می طلبند و یقین است کہ بدون صدور حکم الٰہی از ایشاں گوہر مقصود بدست نمی رسد مگر اولیاء متوفی را کہ بقرب حاکم حقیقی مخصوص اند و اعوان سلطنت باطنی میباشند از زندگان ایں جہان عاجز میدانند باوجودیکہ مدار ظاہر بر باطن است مثلاً فعلے یا قولے کہ در باطن وجود نپذیرد در ظاہر کجا ظہور گیرد درخت ظاہرے را اگر مدد از بیجائے باطنی نباشد چہ طور بطراوت و تازگی اناً فاناً انتہائے آں حصول انجامد۔ و اگر اھل وفات از اعمال ظاہری کہ متعلق با بدان است انقطاع یافتند باعمال باطنی کہ متعلق باروح است ہنوز انتفاع دارند اگر چناں نہ بودے و واسطہ وصول منقطع بودے .بولد صالح و انواع وقف و تعلم علوم

۽ جيڪو هن زماني ۾ فرقو پيدا ٿيو آهي سو اولياء ڪرام جي طرف متوجه ٿيندڙ کي مشرڪ چون ٿا. چون ٿا ته اولياء ڪرام جي طرف متوجه ٿيندڙ كَعَبْدَةِ الْاَصْنَام آهن. يعني بتن جي پوڄارين وانگر آهن ۽ گهڻو ڪجھ چون ٿا. وَمَا لَهُمْ بِه مِنْ عِلْمٍ ان فرقي کي هن معنىٰ جي ڪاڄاڻ نه آهي. اِنْ هُمْ اِلَّا يَخْرُصُوْنَ اهو فرقو رڳو باطل قياس ۽ بيڪار خيال پچائن ٿا. پورو ٿيو شيخ (محقق) جو ڪلام.

مؤلف ٿو چوي ته اولياء الله تعالىٰ کان مدد وٺڻ جي منڪرن تي عجب آهي حالانڪ اهي ظاهري دنيا وارن زندهن کان مدد وٺڻ جي جواز جا اقراري آهن. توڙي جو مسلمان هجن يا ڪافر جيڪي سلطنت ظاهري جا مددگار آهن. (انهن کان) دنيا جي مطلب لاءِ انتهائي عجز ۽ انڪسار سان مدد وٺن ٿا ۽ يقين آهي ته الله تعالىٰ جي حڪم ملڻ کان سواءِ مقصود موتي هٿ نه ٿو اچي - مگر وصال پاتل اولياء ڪرام کي جيڪي حقيقي حاڪم (جل شانه) جي قرب سان خاص آهن ۽ سلطنت باطني جا مددگار هوندا آهن. ڪين هن جهان جا زنده (ماڻهو) عاجز ٿا سمجهن باوجوديڪ ظاهر جو دارومدار باطن تي آهي. مثلاً ڪو فعل يا ڪو قول جو باطن ۾ وجود نه وٺي ته ظاهر ۾ ڪٿان ظهور وٺندو ظاهري وڻ کي جيڪڏهن باطني پاڙن جي مدد نه هجي ته آخر هڪدم ان جي توانائي تازگي ڪيئن ايندي.

جيڪڏهن اهل وفات ظاهري عملن کان جيڪي جسمن سان تعلق رکندڙ آهن(انهن کان) منقطع آهن (ليڪن) باطني عملن کان جيڪي ارواح سان تعلق رکندڙ آهن. (انهن مان) هاٿي بي فائدو وٺن ٿا، جيڪڏهن ائين نه هجي ها ۽ وصول جو واسطو منقطع هجي ها ته صالح اولاد ۽ وقفن جي قسم ۽ علمن جي تعليم.

بعد از موت منافع ایں اعمال جاریہ بدیشاں نرسیدے و رسیدن ایں منافع بصحاح حدیث ثبوت یافتہ بدیں سبب انکار منکران مدفوع است چوں ملک و ملکوت بقبضۂ قدرت است اگر منافع ملکوت بملک رساند چہ عجب و منافع ملکوت بملک رساند چہ عبرت است لھذا استمداد باولیاء کرام و انبیاء خواستن درست و مشروع است و محرم ایں استمداد محروم۔ و العلم عند اللہ تعالیٰ۔



جهڙن اعمال جاريه جو موت کان بعد انهن کي فائدو (ثواب) نه پهچي ها ۽ هنن ثوابن جو پهچڻ صحيح حديثن مان ثابت آهي. انهيءَ سبب ڪري منڪرن جو انڪار دفع ڪيل آهي. جڏهن ملڪ ۽ ملڪوت قدرت جي قبضي ۾ آهي. پوءِ جيڪڏهن ملڪ کي ملڪوت مان فائدو پهچائي ته ڪهڙو عجب. ۽ ملڪوت کي ملڪ مان فائدو پهچائي ته ڪهڙي عبرت آهي. تنهن ڪري اولياء ڪرام ۽ انبياء سڳورن کان مدد وٺڻ درست ۽ شرعاً جائز آهي. ۽ هن مدد وٺڻ کي حرام سمجهڻ وارو پاڻ محروم آهي - ۽ وڌيڪ علم الله تعالىٰ وٽ آهي.



**المسئول الخامس:**

ورد یا شیخ عبد القادر جیلانی شیئاً للهِ و یا غوث مددی خواندن درست و مباح و یا نادرست و مکروه و حرام؟

**المنقول:**

مراد ایں مسئول جواز ندائے و استمداد است و آں در منقول مسئول ثالث و رابع وضوح یافتہ حاجت بتطویل نیست آنجا کہ کس است یک حرف بس است۔



**المسئول السادس:**

شفاعت برائے حضرت رسول اکرم ﷺ بروزِ محشر ثابت است یا نہ و اذن شفاعت در دنیا حضرت علیہ الصلوٰۃ و السلام شدہ است یا نہ اگر حضرت ﷺ برائے شفاعت مخصوص شدہ اند پس معنیٰ ایں آیۃ کریمہ چہ می شود۔ مَنْ ذَا الَّذِي يَشْفَعُ عِنْدَهُ إِلَّا بِإِذْنِه۔ مَا مِنْ شَفِيْعٍ اِلَّا مِنْ بَعْدِ اِذْنِه. وَلَا تَنْفَعُ الشَّفَاعَةُ عِنْدَه اِلَّا لِمَنْ اَذِنَ لَه. وَ لَا يَشْفَعُوْنَ اِلَّا لِمَنِ ارْتَضٰى وَ هُمْ مِّنْ خَشْيَتِه مُشْفِقُوْنَ؟

## يَا شَيْخَ عَبْدَ الْقَادرْ جيْلانيْ شَيْئًا للّه وظيفو پڙهڻ

**سوال پنجون:**

”يَا شَيْخَ عَبْدَ الْقَادِرْ جِيْلانِيْ شَيْئًا لِلّهِ“ وظيفو پڙهڻ درست ۽ مباح آهي يا نادرست ۽ مڪروه ۽ حرام؟

**جواب:**

هن سوال مان مراد نداء ۽ مدد وٺڻ آهي ۽ اهو سوال نمبر ٽئين ۽ چوٿين جي جواب ۾ وضاحت سان بيان ڪيل آهي. ڏيکڻ جي ضرورت نہ آهي، عاقل کي اشارو ئي ڪافي آهي.

---

## رسول اڪرم ﷺ جن کي شفاعت جو اذن دنيا ۾ ئي حاصل آهي

**سوال ڇهون:**

حضرت رسول ڪريم ﷺ لاءِ شفاعت محشر جي ڏينهن ثابت آهي يا نہ. ۽ شفاعت جو اذن حضور اڪرم عليہ الصلوٰة و السلام جن کي دنيا ۾ ئي حاصل آهي يا نہ؟

جيڪڏهن پاڻ سڳورن ﷺ لاءِ شفاعت خاص ڪيل آهي تہ پوءِ هن آية ڪريمہ جي معنیٰ ڇا ٿي ٿئي. (ترجمہ): ڪير آهي جو هُن وٽ شفاعت ڪري پر ان جي اجازت سان. (ٻين آية جو ترجمون): ڪو بہ شفاعت ڪرڻ وارو نہ آهي، پر هن جي اجازت کان بعد. (ٽين آية جو ترجمون): ۽ شفاعت فائدو نہ ڏيندي، پر ان لاءِ جنهن لاءِ هُن اجازت ڏني. (چوٿين آية جو ترجمون): ۽ شفاعت نہ ڪندا پر ان جي واسطي جنهن کي اهو پسند فرمائي، ۽ اهي ان جي خوف کان ڊڄي رهيا آهن.

**المنقول:**

شفاعت مشتق از شفع است یعنی جفت و اینجا مراد از آں جفت شدن بدیگرے برائے یاری و آں بر دو قسم است برائے حصول نجات یا وصول درجات و شفاعت عند اللہ بدون تضرع و دعائے صورت نہ بندد و آنحضرت ﷺ بدیں شفاعت علی العموم در دنیا ماذون اند بلکہ مامور و دلیل آن آیۂ کریمہ فَاعْلَمْ اَنْ لَّا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاسْتَغْفِرْ لِذَنْبِکَ وَ لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَ الْمُؤْمِنَاتِ ثابت است کہ آمرزش خواہی مؤمناں عین شفاعت و یاری دادن و شفاعت کفار و منافقان نابکار غیر ماذون است کہ آیۂ قرآن اِسْتَغْفِرْ لَهُمْ اَوْ لَا تَسْتَغْفِرْ اِنْ تَسْتَغْفِرْ لَهُمْ سَبْعِيْنَ مَرَّةً فَلَنْ يَّغْفِرَ اللّٰهُ لَهُمْ بر عدم اذن برھان صادق است کہ شفاعت و یاری باستغفار در حق منافقاں مقبول نشدہ اگر ماذون بودے مقبول شدے چوں معلوم شد کہ آں سرور ﷺ بشفاعت و یاری مؤمناں ماذون اند و بشفاعت کفار و منافقان غیر ماذون پس آیۂ مَنْ ذَا الَّذِي يَشْفَعُ عِنْدَهُ اِلَّا بِاِذْنِهِ و آیات دیگر فائدہ تہدید شدید می دہند برائے کسے کہ مرتکب شفاعت کفار فجار گردد و اگر ارتکاب کند موجب منفعت نشود۔

جواب:

”شفاعت“ مشتق (نڪتل) آهي ”شفع“ مان، جنهن جي معنىٰ آهي ”ٻڌي“ (يا جوڙو)، هتي ان مان مراد آهي ٻئي سان مددگاري لاءِ ٻڌي ڪرڻ ۽ اها ٻن قسمن تي آهي. (1) ڇوٽڪاري جي حصول لاءِ (2) اعلىٰ درجات جي وصول لاءِ ۽ الله تعالىٰ وٽ شفاعت بغير عاجزي ۽ دعاء جي ٻي صورت نه ٿي ٿئي ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ جن کي انهيءَ شفاعت جو علي العموم دنيا ۾ نئي اجازت بلڪ ارشاد مليل آهي ۽ دليل هي آية ڪريمه آهي. (ترجمه): پوءِ ڄاڻي ڇڏ ته الله کان سواءِ ڪنهن جي بندگي نه آهي ۽ اي محبوب پنهنجي خاصن ۽ عام مسلمان مردن ۽ عورتن جي گناهن جي معافي گهر.

ثابت آهي ته مؤمن لاءِ بخشش گهرڻ عين شفاعت ۽ مدد ڏيڻ آهي ۽ ڪافرن ۽ منافقن ناڪارن جي شفاعت غير ماذون آهي (يعني انهن جي باري ۾ ڪين شفاعت جو اذن نه آهي) جو قرآن جي آية (ترجمه): انهن لاءِ بخشش گهرين يا نه گهرين، جيتوڻيڪ ستر ڀيرا گهرين پوءِ به الله تعالىٰ ڪين هرگز نه بخشيندو. (اها آيت) عدم اذن تي برهان صادق آهي جو منافقن جي باري ۾ بخشش گهرڻ سان شفاعت ۽ مدد ڪرڻ قبول ٿيل نه آهي.

جيڪڏهن (پاڻ سڳورا ﷺ جن انهن جي شفاعت ڪرڻ جي بابت) ماذون هجن ها ته (شفاعت) قبول ٿئي ها.

جڏهن معلوم ٿيو ته پاڻ ڪريم ﷺ جن مؤمنن جي شفاعت ۽ مدد ڪرڻ جا ماذون آهن ۽ ڪافرن ۽ منافقن جي شفاعت ڪرڻ بابت غير ماذون ته پوءِ آيت مَنْ ذَا الَّذي يَشْفَعُ عِنْدَهُ إِلَّا بِإِذْنِه- ۽ ٻيون آيتون سخت تهديد (ڇينڀ) جو فائدو ڏين ٿيون اهڙي شخص لاءِ جو ڪافرن ۽ فاجرن (يعني منافقن) جي شفاعت جو مرتڪب ٿئي. جيڪڏهن انهن لاءِ شفاعت ڪري به ته ڪو به فائدو نه ٿيندو.

و مخفی نماند کہ نزول ایں آیات صریح رد است برائے دعائے کفار کہ بدعویٰ هٰوءُلاءِ شفعائنا عند الله زعم باطل نمودند چوں ایں مقدمہ تمہید یافتہ پس تصریح شفاعت آنحضرت ﷺ برائے مؤمناں دنیا و عقبیٰ بنصوص احادیث بثبوت گرفتہ مروی است از ابی ہریرۃ رضی اللہ تعالیٰ عنہ کہ آنحضرت ﷺ در نماز جنازہ ایں دعاء خواندند اللهم انت ربها و انت خلقتها و انت هديتها الى الاسلام و انت قبضت روحها و انت اعلم بسرها و علانيتها جئنا شفعآءُ فاغفر له. رواه ابو داو'د یعنی آنحضرت ﷺ در دعاء جنازہ خواندہ کہ آمدہ ایم شفاعت خواہ و یاری دہندہ ایں میت بدعائے مغفرت و ایں صریح شفاعت مبنی بر اذن است و بدونِ اذن کدام را طاقت کہ متصدی ایں امر گردد۔ و مشکوٰۃ شریف در باب سجود الشکر آوردہ مروی از سعد بن ابی وقاص کہ بیروں آمدیم برفاقت رسول اللہ ﷺ از مکہ معظمہ بسوئے مدینہ منورہ چوں قریب شدیم بموضع غروزآء کہ میان مکہ و مدینہ است نزول فرمود آنحضرت ﷺ پس دست مبارک برداشت و دعاء خواست یک ساعت بعد ازاں بسجود رفت مدت دراز بعد ازاں برخاست و دست برداشت بعدہ بسجود رفت مدت دراز بعد ازاں برخاست و دست برداشت بعدہ بسجود رفت مدت دراز یعنی سہ ۳ بار دعا خواستند بعد از ہر بار سجدہ کردند

۽ مخفي نہ هجي تہ هنن آيتن جو نزول ڪافرن جي دعاء لاءِ صريح رد آهي جو انهن پنهنجي باطل گمان ۾ دعوىٰ ڪئي تہ الله تعالىٰ وٽ هي (بُت) اسان جي شفاعت ڪرڻ وارا آهن. جڏهن هن مقدمي تمهيدي صورت ورتي تہ پوءِ پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي شفاعت جي تصريح مؤمنن لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ حديث جي نص سان ثبوت ورتل آهي.

حضرت ابوهريرهؓ کان روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن هڪ نماز جنازه ۾ هي دعا گهرڻ فرمايائون. (ترجمہ): اي الله منهنجا تون هن جو پالڻهار آهين ۽ تو هن کي پيدا فرمايو آهي ۽ تو ئي هن کي اسلام جي طرف هدايت ڏني آهي ۽ تو ئي هن جو روح قبض فرمايو آهي ۽ تون هن جي ڳجهہ ۽ ظاهر کي ڄاڻي ٿو. اسان شفيع بڻجي آيا آهيون. هاڻي تون ڪيس بخش فرماءِ. ان حديث کي ابو داو'د روايت ڪيو آهي.
يعني پاڻ سڳورن ﷺ جن جنازه نماز ۾ دعا گهري تہ اسان هن ميت لاءِ دعاءِ مغفرت سان شفاعت گهرندڙ ۽ مدد ڏيندڙ ٿي آيا آهيون ۽ هي صريح شفاعت ڪرڻ اذن تي مبني آهي ۽ بغير اذن جي ڪنهن کي طاقت آهي جو هن ڪم جي پيش گيري ڪري سگهي؟ ۽ مشڪوٰة شريف: باب سجود الشڪر ۾ آهي. حضرت سعد بن ابي وقاصؓ کان روايت آهي تہ اسان حضور اڪرم ﷺ جن جي رفاقت ۾ مڪہ معظمہ کان مدينہ منوره جي طرف آياسين. جڏهن غروزاء واري جڳهہ کي ويجها ٿياسين جيڪا مڪي ۽ مديني جي وچ تي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن (اتي) نزول فرمايو. پوءِ هٿ مبارڪ ڪنيائون ۽ ڪجهہ دير دعا گهرڻ کان بعد سجده ۾ ويا. گهڻي دير کان بعد مٿي اُٿي هٿ کنيائون. وري ڊگهي سجده ۾ ويا. مٿي اٿي هٿ کنيائون. ان بعد وري گهڻي دير لاءِ سجده ۾ ويا. يعني ٽي دفعا دعا گهريائون ۽ هر دفعي کان بعد سجدو ڪيائون.

بعده فرمودند اِنِّيْ سَاَلْتُ رَبِّيْ وَ شَفَعْتُ لِاُمَّتِيْ یعنی دعا خواستم از پروردگار خود و شفاعت کردم برائے امت خود کہ جفت جمیع امت خود بیاری در محشر بمواضع ہولناک باشم چنانچہ موضع محاسب و میزان و مجاورۃ صراط و نحو ذالک پس دادہ مرا خدائے تعالیٰ سیوم حصہ امت نہ کہ باوشاں یاری دہم در موضع مخوف پس سجدہ کردم پروردگار خود را ازروئے شکرانہ پس دویم بار سر برداشتہ دعائے خواستم برائے امت خود پس دادہ مرا سیوم حصہ امت دیگر من پس سجدہ شکرانہ بجا آوردم باز سوال کردم سیوم بار برائے امت خود پس دادہ مرا سیوم حصہ اخیر امت من باز سجدہ کردم بر تمامیت حصول مدعا ایں حدیث نیز دلیل است بر شفاعت خواہی آنحضرت ﷺ در دنیا برائے امت و قبولیت آں۔ و ازیں حدیث معلوم شدہ کہ منشور اذن شفاعت ایں امت در دنیا بطفرائے قبولیت توقیع یافتہ کہ ایں امت روز محشر برائے اجرائے شفاعت بحضرت ﷺ رجوع آرند و امم سابقہ اولاً رجوع بحضرت آدم تا بحضرت عیسیٰ علیہم السلام آرند ہم انبیآء و رسل متصدی ایں امر نشوند و امم را رجوع بسرورِ کائنات دہند کہ فتح بابِ شفاعت از آنحضرت ﷺ وقوع یابد و بطفیل آنحضرت ﷺ انبیآء و رسل و اولیآء و علمآء در میدان شفاعت مسابقہ نمایند۔

ان کان بعد فرمايائون ته اِنِّيْ سَاَلْتُ رَبِّيْ وَ شَفَعْتُ لِاُمَّتِيْ يعني: پنهنجي پالڻهار کان دعا گهريم ۽ پنهنجي امت لاءِ شفاعت ڪيم جو پنهنجي سموري امت سان محشر جي هولناڪ جاين تي مدد ڪندي ڪڏ هجان. جيئن حساب جي جاءِ ۽ ميزان ۽ پل صراط ۽ اهڙيون ٻيون جايون. پوءِ الله تعالىٰ مون کي ٽيون حصو امت جو ڏنو ته انهن کي خوف واري جاءِ تي مدد ڏيان پوءِ پنهنجي پالڻهار کي شڪراني جو سجدو ڪيم. وري ٻيون ڀيرو متو متي ڪٽي پنهنجي امت لاءِ دعا گهريم ته مون کي منهنجي امت جو ٽيون حصو ٻيو به عطا فرمايائين. پوءِ سجدو ڪري شڪرانو بجا آندم. وري ٽيون ڀيرو پنهنجي امت لاءِ سوال ڪيم. پوءِ مونکي منهنجي امت جو آخري حصو به عطا فرمايائين. وري پوري آرزو حاصل ٿيڻ تي سجدو ڪيم.

هي حديث پڻ پاڻ ڪريمن ﷺ جن جو دنيا ۾ امت لاءِ شفاعت ڪرڻ ۽ قبول پوڻ تي دليل آهي. ۽ هن خديث مان معلوم ٿيو ته هن امت جي شفاعت جي اذن جو منشور دنيا ۾ ئي قبوليت جي اميد رکي ٿو، جو هي امت قيامت جي ڏينهن شفاعت جاري ڪرڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي طرف ئي رجوع ڪندي ۽ اڳيون امتون پهريان حضرت آدم عليه السلام کان وٺي حضرت عيسىٰ عليه السلام تائين رجوع ڪنديون. نبي ۽ رسول پڻ هن ڪم جي اڳرائي نه ڪندا. ۽ (پنهنجن) امتين کي سرورِ ڪائنات ﷺ جي طرف رجوع ڪندا. جو شفاعت جو دروازو پاڻ سڳورن ﷺ جن کان ئي کلندو ۽ حضور اڪرم ﷺ جن جي طفيل انبياءِ رسول، اولياء ۽ علماء ميدانِ شفاعت ۾ مسابقت ڪندا.

**شعر**

نماند بعصیاں کسے در گرو

کہ دارد چنیں سید پیشرو

بعد از رجوع امم سابقہ آنحضرت ﷺ اُمتی اُمتی گویند گواہی می دہد بر شفاعت خواہی امم سابقہ کہ اوشانرا منسوب بجاب خود فرمودند و ایں خیر الامم در دنیا بقبولیت شفاعت حضرت ﷺ مبشر اند مگر بشفاعتِ رفع درجات امید وارند۔ و الحمد للہ علیٰ ذالک۔



(شيخ سعدي عليہ الرحمة فرمايو) :



"ڪو بہ (مسلمان) ماڻهو گناهن جي سبب جهنم
۾ قيد نہ ٿيندو جو هـــهڙو سردار اڳـــواڻ رکي."

اڳين امتن جي رجوع ڪرڻ کان بعد پاڻ سڳوراﷺ جن "امتي امتي" چوندا (اهو فرمان) اڳين امتن جي شفاعت ڪرڻ تي شاهدي ٿو ڏئي جو انهن کي (پاڻ عليہ الصلوٰة و السلام "امتي امتي" جي خطاب سان نوازي) پنهنجي طرف منسوب فرمايو آٿن. ۽ (هي) پلي امت دنيا ۾ نبي حضور اڪرمﷺ جن جي شفاعت جي قبوليت سان بشارت ڏنل آهي مگر (قيامت ۾) بلندي درجات جي شفاعت ۾ اميدوار آهي. ۽ ان تي تمام تعريفون الله تعالىٰ لاءِ آهن.



**المسئول السابع:**

چہار مذہب اہل سنت و جماعۃ یعنی حضرت امام اعظم و امام مالک و امام شافعی و امام احمد بن حنبل رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہم بر حق و ثابت اندیا نہ اگر بر حق و ثابت اند ہر کسے کہ ازیں مذاہب انکار دارد و قبول نکند برائے او چہ حکم است و عمل بر علم فقہ نمودن درست و مشروع ویا بدعت و نادرست است ہر کسیکہ از علم فقہ انکار دارد برائے او چہ حکم باید کرد و ثبوت چہار مذاہب و علم فقہ بدلیل صیحہ وقویہ مشروحاً بیان بفرمایند؟

**المنقول:**

چوں ہر مؤمن مامور باتباع سنت آنسرور ﷺ است و اتباع سنت بدون اقتداء صحابہ رضی اللہ تعالیٰ عنھم صورت نہ بندد پس کمال آن بی کمال اقتفآء اخبار و آثار و معرفت صحت و سقم و ناسخ و منسوخ و احوال رواۃ و نحو ذالک کہ بدون آں بداں راہے بحصول نہ پیوند و واحدے از فقہآء و علمآء الیٰ حال بفوقیت اجتھاد مطلق نرسیدہ چنانچہ ائمہ مذاہب اربعہ رسیدہ اند کہ بتائسیں قواعد اصول و استنباط احکام فروع از ادلہ اربعہ یعنی کتاب اللہ و سنت رسول اللہ ﷺ و اجماع وقیاس متفرد زمانہ شدند

## تقليد جو بيان

**سوال ستون:**

چار مذهب اهل سنت و جماعت جا يعني حضرت امام اعظم، امام مالڪ، امام شافعي ۽ امام احمد بن حنبل رحمة الله تعالیٰ عليهم بر حق ۽ ثابت آهن يا نه ؟

جيڪڏهن برحق ۽ ثابت آهن ته جيڪو شخص انهن مذهبن کان انڪار ڪري ۽ قبول نه ڪري ته ان لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟ ۽ علم فقه تي عمل ڪرڻ صحيح ۽ جائز يا بدعت ۽ ناجائز آهي؟ جيڪو علم فقه جو انڪار ڪري ان جو ڇا حڪم آهي؟ ۽ چئن مذهبن ۽ علم فقه جو ڪو ثبوت صحيح ۽ مضبوط دليل سان ڪولي بيان فرمايو؟

**جواب:**

جڏهن هر ايمان واري کي سرورِ ڪائناتﷺ جن جي سنت تي عمل ڪرڻ جو حڪم آهي ۽ سنت تي عمل صحابہ ڪرام رضي الله تعالیٰ عنهم جي اقتدا ڪرڻ کان سواءِ نه ٿو ٿئي. پوءِ اهو ڪمال، اخبار و آثار جي پوري طرح پيروي ڪرڻ ـ صحيح ۽ ضعيف، ناسخ ۽ منسوخ (حديث) ۽ راوين جي احوال ۽ اهڙا ٻيا مثال جي ڄاڻ کان سواءِ هي رستو (سنت جو) حاصل نه ٿو ٿي سگهي. ۽ ڪو به فقهاء ۽ علماء مان مطلق اجتهاد جي اعلیٰ درجي تي ائين نه پهتو آهي جيئن (اهي) چئن مذهبن جا امام پهتا آهن. يعني قرآن ڪريم، سنت رسول الله ﷺ، اجماع امت ۽ قياس مان اصولي قاعدا ۽ فرعي احڪام استنباط ڪرڻ جي بنياد رکڻ سان يگانهءِ زمانه ٿيا آهن.

واین طبقہ اولیٰ است از طبقات سبعہ تتمہ شش طبقات قوت تاسیس قواعد از ادلہ اربعہ نداشتند۔ بعضے مجتهد در مذهب شدند کہ احکام را از ادلہ اربعہ مطابق قواعد مذهب استخراج نمودند و بعضے اجتهاد در مسائل غیر مروی از امام بکار بردند باقی چہار طبقہ اہل تقلید شدند کہ قوت اجتهاد نداشتند بعضے ازاں تخریج مسائل و بعضے اصحاب ترجیح و بعضے اهل تمیز و بقیہ ایشاں بدرجہ تمیز هم نرسیدند بدوں جمع روایت دیگر ندیدند کما فی تحفۃ الاخیار چوں فوقیت رتبہ ائمہ اربعہ بوضوح پیوست بر اهل اسلام خاص و عام اقتفاء ایشاں واجب گردیده باقتضائے حدیث یؤم القوم اعلمهم بالسنة کہ اقتضاء ائمہ اربعہ عین اقتداء بصحابہ است رضی اللہ تعالیٰ عنهم واین اقتداء عین اتباع است بجمد رسول اللہ ﷺ لان الموصل الی الموصل الی الشیء موصل الی ذالک الشیء۔ مدارک در تفسیر آیۃ و السابقون الاولون من المهاجرین و الانصار و الذین اتبعوهم باحسان آورده کہ هُم الذین اتبعوهم بالایمان و الطاعة الی یوم القیامة۔ یعنی تابعان صحابہ کرام کسانے اند کہ متابعت صحابہ ایمان و فرمان برداری نمایند تا روزِ قیامت پس متابعت اتم بدون تقلید مجتهدانِ مذهب متعذر است کہ بدون تقلید ایشان نقصان لاچار است کہ احدی بدرجۂ اجتهاد ایشاں نرسیده

۽ هي (فقهاءِ جي) ستن طبقن مان پهرين طبقي وارا آهن باقي ڇهه طبقا ادله اربعه مان قواعدن جي بنياد رکڻ جي قوت نه ٿا رکن. ڪي مجتهد مذهب ۾ ٿيا جو ان مذهب جي قواعدن مطابق ادله اربعه مان احڪام ڪڍيا ۽ ڪي مجتهد مسائل ۾ ٿيا جو اهي مسائل (مذهب جي) امام کان روايت ڪيل نه هئا. باقي چار طبقه تقليد وارا ٿيا جو اجتهاد جي طاقت نه رکيائون. ڪي انهن مان تخريج مسائل، ڪي اصحاب ترجيح ته ڪي اهل تميز ٿيا - ۽ باقي انهن مان تميز جي درجي تي به نه پهتا رڳو روايتن کڻ ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه ڏٺائون. جيئن تحفة الاخيار ۾ آهي: جڏهن (مذهبن جي چئن امامن) جو بلند مرتبو چڱي طرح ظاهر ٿيو ته پوءِ عام ۽ خاص مسلمانن تي هن حديث جي اقتضاء سان سندن پيروي واجب ٿي ته (حديث) قوم جو امام اهو ٿئي جيڪو سنت کي وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهي - جو اقتضاء ائمه اربعه جي عين اقتداء صحابه ڪرام رضي الله تعالىٰ عنهم جي آهي ۽ اها اقتداء عين اتباع نبي ڪريم ﷺ جن جي آهي. ڇو ته ڪنهن شيءِ جي موصل تائين پهچڻ ان شيءِ تائين پهچڻ هوندو آهي. تفسير مدارڪ ۾ و السابقون الاولون من المهاجرين و الانصار و الذين اتبعوهم باحسان واري آيت جي تفسير ۾ آهي ته هم الذين اتبعوهم بالايمان و الطاعة الى يوم القيامة يعني صحابه ڪرام جا تابع اهي شخص آهن جيڪي ايمان ۽ فرمانبرداري ۾ سندن متابعت قيامت تائين ڪن. (اهو تابعدارن جو سلسلو هلندو رهندو). تنهن ڪري پوري پوري تابعداري مذهب جي مجتهدن جي تقليد ڪرڻ کان سواءِ ڏکي آهي جو ڪو به انهن جي اجتهاد جي درجي تي نه پهتو آهي.

واقطاب عالم کہ اعلم زمان بودند ربقۂ تقلید مذاھب از گردن نکشیدند و بقرب مولیٰ رسیدند ایں گواہاں عادلہ براحقیت مذاھب اربعہ برھان بیّن اند واجماع علمآء و اولیآء و صلحآء امت بر اثبات ایں مذاھب منعقد گردیدہ در اصول الفقہ شاشی وغیرہ آوردہ کہ اجماع هذه الامة بعد ما توفي رسول الله ﷺ في فروع الدين حجة موجبة للعمل بها شرعاً كرامة لهذه الامة الخ. یعنی اجماع ایں امت بعد وفات رسول کریم ﷺ در مسائل دین حجۃ است کہ عمل برآں واجب است در شریعت۔

واجماع بر چہار قسم است اول اجماع صحابہ رضی اللہ تعالیٰ عنھم بر حکم حادثہ صریحاً دوئم اجماع بنص بعض و سکوت باقیاں سیوم اجماع کسانے کہ بعد صحابہ باشند در حکمے کہ درآں قول سلف موجود نیست چہارم اجماع علیٰ احد اقوال السلف پس اول و دوئم بمنزلہ آیۃ کتاب اللہ است و سیوم بمنزلہ حدیث مشہور است چہارم بمنزلہ حدیث صحیحہ است و المعتبر فی هذه الباب اجماع اهل الرای و الاجتهاد فلا يعتبر بقول العوام و المتكلم و المحدث الذى لا بصيرة له فى اصول الفقه یعنی نہ اعتبار است بقول عوام واھل کلام و محدثے کہ اورا بینائی نباشد در اصول فقہ انتہا عبارت مترجم بتمامت رسیدہ۔

۽ جهان جا قطب، جيڪي زماني جا وڏا عالم هئا ( انهن به) مذهبي تقليد جو ڳانو (پنهنجي) ڪنڌ مان ڪو نه ڪڍيو ۽ (ان سان) الله تعالىٰ جي قرب تائين وڃي پهتا. هي عادل گواهه چئن مذهبن جي حقانيت تي روشن دليل آهن. ۽امت جي علماء، اولياء ۽ صلحاء جو اجماع هنن مذهبن جي اثبات تي منعقد ٿيل آهي.اصول فقه جي شاشي ۽ ٻين ڪتابن ۾ آهي ته "اجماع هذه الامة بعد ما توفى رسول الله ﷺ فى فروع الدين حجة موجبة للعمل بها شرعًا كرامة لهذه الامة" پاڻ ڪريم ﷺ جن جي رحلت پاڪ کان بعد هن امت جو اجماع ديني مسئلن ۾ حجت آهي جو شريعت ۾ ان تي عمل ڪرڻ واجب آهي اهو هن امت جي عزت سبب ڪيو ويو آهي.

۽ اجماع چئن قسمن تي آهي.

پهريون اجماع صحابه ڪرام رضي الله تعالىٰ عنهم جو آهي. جيڪي ڪنهن نئين حڪم تي چٽي طرح هجي.

ٻيون اجماع بعض جي نص ۽ باقين جي سڪوت سان آهي.

ٽيون اجماع صحابه ڪرام کان بعد وارن جو اهڙي حڪم ۾ هجي جو ان ۾ سلف جو ڪو قول موجود نه هجي.

چوٿون اجماع آهي سلف جي ڪنهن هڪ قول تي هجي.

هاڻي پهريون ۽ ٻيو (اجماع جو قسم) بمنزل ڪتاب الله جي آية جي آهي ۽ ٽيون بمنزل مشهور حديث جي آهي ۽ چوٿون بمنزل صحيح حديث جي آهي. و المعتبر فى هذه الباب اجماع اهل الراى و الاجتهاد فلا يعتبر بقول العوام و المتكلم و المحدث الذى لا بصيرة له فى اصول الفقه (يعني هن باب ۾ اهل رأي ۽ اجتهاد وارن جو اجماع معتبر آهي) نه ڪي اعتبار عوام، اهل ڪلامِ ۽ اهڙي محدث جي قول جو آهي جنهن کي اصولِ فقه ۾ بينائي نه هجي. هتي مترجم جي عبارت پوري ٿي.

چوں مذاهب اربعه باجماع امت بعد الصحابه ثبوت یافته گویا بحدیث مشهور و صحیح بتحقیق رسیده پس منکر مذاهب و ثبوت آں منکر حدیث مشهور و صحیح است فعلیه ما علیه۔ واامامان هرچهار مذهب طالبان حق و صاحبان اجتهاد مطلق اند و علم فقه ثمره حدیث و قرآن است و مامور به است لقوله تعالیٰ لیتفقهوا فی الدین و بحدیث صحیح مرغوب است لقوله ﷺ من یرد الله به خیراً یفقهه فی الدین-پس عمل بر فقه واجب است و منکرش کاذب۔ والعیاذ بالله۔

علم فقه چیست فهم احکام قرآن و حدیث است و آں موقوف بر چهار اقسام است اول فهم در وجوه الفاظ چنانچه ایں لفظ خاص است و ایں عام و ایں مشترک و ایں مأول دویم فهم در وجوه بیانی که متعلق بدان الفاظ است چنانچه ایں الفاظ ظاهر است و این نص و ایں مفسر و ایں محکم و مقابل ظاهر خفی است و مقابل نص مشکل و مقابل مفسر مجمل و مقابل محکم متشابه سیوم فهم در وجوه استعمال ایں الفاظ چنانچه حقیقت و مجاز و صریح و کنایه۔ چهارم فهم در وجوه وقوف بر مراد و معانی این الفاظ چنانچه استدلال بعبارة النص و باشارة آن و بدلالت النص و باقتضاء آں و سوائے ایں چهار اقسام قسم پنجم است که مشتمل است بر چهار اقسام

جڏهن چار ئي مذهب صحابه ڪرام کان بعد اجماع امت سان ثابت آهن ته چڻ صحيح ۽ مشهور حديث سان متحقق ٿيل آهن. تنهن ڪري مذهبن ۽ ان جي ثبوت جو منڪر (حقيقت ۾) حديث مشهور ۽ صحيح جو منڪر آهي ته پوءِ مٿس لائق سزا آهي.

۽ چئن ئي مذهبن جا امام حق جا طالب ۽ مطلق اجتهاد جا صاحب آهن. ۽ علم فقه، حديث ۽ قرآن جو ثمر (ڦل) آهي. ۽ (ان جو) حڪم ڪيل به آهي. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي (ترجمه): دين ۾ فقه (سمجهه) حاصل ڪرڻ گهرجين - ۽ حديث صحيح سان رغبت ڏنل آهي. جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جن جو فرمان آهي. (ترجمه) الله تعاليٰ جنهن سان ڀلائي جو ارادو فرمائي ٿو ته کيس دين ۾ فقه (سمجهه) عطا فرمائي ٿو. تنهن ڪري فقه تي عمل ڪرڻ واجب آهي ۽ ان جو منڪر ڪوڙو آهي. الله تعاليٰ جي پناهه.

علم فقه ڇا آهي؟ (اهو) قرآن ۽ حديث جي احڪام جي سمجهه آهي ۽ اهو چئن قسمن تي موقوف آهي.

"پهريون" وجوه الفاظ جي سمجهه ۾ جيئن ته هي لفظ خاص آهي. هي عام ۽ هي مشترڪ آهي، هي مؤول آهي.

"ٻيون" وجوهِ بياني جي سمجهه ۾، جو (اهو بيان) انهن لفظن سان تعلق رکندڙ هجي، جيئن ته هي لفظ ظاهر آهي، هي نص، هي مفسر ۽ هي محڪم ۽ ظاهر جو مقابل خفي آهي. نص جو مقابل مشڪل، مفسر جو مقابل مجمل ۽ محڪم جو مقابل متشابهه آهي.

"ٽيون" وجوه استعمال جي سمجهه ۾، جيئن حقيقت ۽ مجاز، صريح ۽ ڪنايو.

"چوٿون" هنن لفظن جي مراد ۽ معنيٰ تي واقف ٿيڻ جي وجهن جي سمجهه ۾، جيئن ته عبارة النص، اشارة النص، دلالت النص ۽ اقتضاء النص سان دليل وٺڻ. هنن چئن قسمن کان سواءِ پنجون قسم به آهي، جيڪو چئن قسمن تي مشتمل آهي.

وآں معرفت مواضع اشتقاق و ترتیب راجح و مرجوح و معانی لغوی و شرعی و احکام قطعی و ظنی و نحو ذالک چوں علم فقہ زبدہ ایں اقسام است عمل کردن برآں کمالیت اسلام است و عمل اهل ظواهر سراسر ناقص و ناتمام۔ و العلم عند الله.



اهي (لفظ جي) اصل ماديت جي سڃاڻ. (2) راجح ۽ مرجوح جي ترتيب. (3) لغوي ۽ شرعي معنىٰ جي ڄاڻ. (4) قطعي ۽ ظني احڪام وغيره جي سڃاڻ وغيره. جڏهن علم فقہ خلاصو انهن قسمن جو آهي تہ ان تي عمل ڪرڻ اسلام جي ڪماليت آهي ۽ اهل ظواهر (يعني لفظن ۾ اهل حديث) جو عمل بالڪل ناقص ۽ اڻپورو آهي. وڌيڪ علم الله تعالىٰ وٽ آهي.



**المسئول الثامن :**

دعا بوسیلہ نبی و ولی بلفظ حق کمثل بحق النبی و بحق اولیآء فلاں خواستن درست است یا مکروہ و بدعت و حرام است؟

**المنقول :**

مجرد توسل نبی و ولی بدون وساطت کلمہ بحق مطلق مندوب است در حصن الحصین آوردہ کہ و یتوسل الی اللہ بانبیاء و الصالحین فانہ عبادۃ انتہیٰ۔ یعنی توسل گرفتہ شود بجناب باری تعالیٰ بانبیآء و صلحاء بندگان او در صحیح بخاری آوردہ اللھم انا کنا نتوسل الیک بنبینا ﷺ بار خدایا بدرستی کہ توسل می گرفتیم بہ نبی خود ﷺ فسقیتنا پس نوشانیدی ما را آب باراں و انا نتوسل الیک بدرستی کہ توسل می گرفتیم بجناب تو بعم نبینا بعم نبی خود فاسقنا پس نوشان ما را آب باراں فیسقون پس نوشانیدہ شدہ آب باراں۔ واما توسل بوساطت کلمہ بحق در کتاب در مختار کراہت کردہ و گفتہ مکروہ است قول سائل بحق رسلک و انبیائک و اولیائک او بحق البیت زیرانکہ بر خالق حق مخلوق نیست انتہیٰ

## وسيلہ جو بيان

**سوال اٺون:**

نبيءَ ۽ وليءَ جي وسيلي سان لفظ "حق" سان دعا گهرڻ مثلاً بحق النبي ۽ بحق فلاڻي اولياء چوڻ درست آهي يا مڪروھ بدعت ۽ حرام آهي؟

**جواب:**

نبيءَ ۽ وليءَ جو سڪتو وسيلو وٺڻ بغير واسطي ڪلمہ بحق جي مطلق مستحب آهي. حصن الحصين (ڪتاب) ۾ آهي تہ و يتوسل الى اللہ بانبياء و الصالحين فانہ عبادة يعني الله تعالىٰ جي بارگاه ۾ نبين سڳورن ۽ صالح ٻانهن جو وسيلو ورتو وڃي تہ اها عبادت آهي ۽ صحيح بخاري ۾ آهي: اللهم انا كنا نتوسل اليک بنبينا ﷺ (يعني) اي الله تعالىٰ! بيشڪ اسان تنهنجي بارگاه ۾ پنهنجي نبي ڪريم ﷺ جن جو وسيلو وٺندا هئاسين فسقيتنا تہ اسان کي برسات جي پاڻي سان سيراب فرمائيي. و انا نتوسل اليک ۽ بيشڪ اسان تنهنجي بارگاه ۾ (هاڻي) وسيلو وٺون ٿا بعم نبينا پنهنجي نبي ڪريم ﷺ جن جي چاچي جو فاسقنا پوءِ اسان کي پاڻي پيار فيسقون پوءِ برسات جو پاڻي پياريا ويندا هئا. باقي ڪلمي "بحق" جي واسطي سان وسيلو وٺڻ سو ڪتاب "درمختار" ۾ ڪراهت ڪيل آهي. چيائين تہ سائل جو قول (اي الله تعالىٰ) تنهنجي رسول جي ۽ نبين ۽ ولين جي ۽ بيت جي حق سان (چوڻ) مڪروه آهي. ڇو تہ خالق تي مخلوق جو حق نہ آهي. پوري ٿي عبارة.

و در تفسیر مدارک آورده لا یجب علی اللہ شیٔ للعبد یعنی بر باری تعالیٰ واجب نیست چیزے برائے بندہ بخلاف عقیدہ اہل اعتزال کہ ثواب اعمال صالحہ بر جناب جل شانہ واجب می دانند۔ مخفی نیست کہ ایں کلمہ بحق محمول بر حقیقت است کہ واجب لعینہ باشد پس ہمیں اعتبار حکم کراہت دارد و اگر محمول بر مجاز کردہ شود کہ واجب لغیرہ باشد بلا کراہت جائز است چنانچہ در قرآں است و کان حقًا علینا نصر المؤمنین یعنی واجب است بر ما یاری مؤمنان ازروئے استحقاق اوشاں کہ اگر یاری نکنیم نسبت جور بر ما صدق نپذیرد پس ایں وجوب از سبب ایفاء عہد است کہ خدائے تعالیٰ بفضل عمیم بر خود واجب کردہ کتب اللہ لاغلبن انا و رسلی والا نہ پس حق احدے بر جناب جل شانہ واجب نیست تعالی اللہ عما یتوھم الظالمون پس حق او تمدہ شد کہ عبارت از حق لغیرہ است نہ حق لعینہ کہ ایں محمول بر حقیقت است و آں محمول بر مجاز و لا مشاحۃ فی المجاز ازیں سبب آنحضرت ﷺ بوساطت کلمہ بحق دعا خواندہ چنانچہ شیخ عبد الحق دہلوی در کتاب جذب القلوب آوردہ کہ آنحضرت ﷺ در قبر بنت اسد والدہ امیر المؤمنین علی بن ابی طالب رضی اللہ تعالیٰ عنہ آمدہ فرمودند بحق نبیک و الانبیاء الذین من قبل

۽ تفسير مدارڪ ۾ آهي: لا يجب على الله شيء للعبد يعني باري تعالىٰ تي پاڻهن لاءِ ڪا بہ شيءِ واجب نہ آهي بخلاف عقيده معتزلين جي جو اهي چڱن ڪم جو ثواب الله تعالىٰ جل شانہ تي واجب ٿا سمجهن.

ظاهر آهي تہ هي ڪلمو "بحق" حقيقت تي محمول آهي جو واجب لعينہ هجي تنهن ڪري ان اعتبار سان ڪراهت جو حڪم رکي ٿو ۽ جيڪڏهن مجاز تي محمول ڪيو وڃي جو واجب لغيره هجي تہ بلا ڪراهت جائز آهي. جيئن قرآن ڪريم ۾ آهي: و كان حقًا علينا نصر المؤمنين يعني اسان تي مؤمنن جي مدد پنهنجي فضل ۽ احسان سان واجب آهي، نہ انهن جي حق طلبي سان جو جيڪڏهن مدد نہ ڪيون تہ ظلم جي نسبت اسان تي سچي نہ ٿي اچي سگهي. پوءِ هي وجوب وعدي پوري ڪرڻ جي سبب سان آهي جو الله تعالىٰ فضل عميم سان پنهنجي مٿان واجب فرمايو آهي تہ (ترجمة آية): الله تعالىٰ واجب فرمائي ڇڏيو آهي تہ مان ۽ منهنجا رسول ضرور غالب رهنداسين - نہ تہ ڪنهن جو بہ الله جل شانہ تي حق واجب نہ آهي. (ترجمہ): الله تعالىٰ ان کان بلند آهي جيڪو ظالم گمان ڪن ٿا. پوءِ حق ان جو ظاهر ٿيو تہ عبارة حق لغيره کان آهي، نہ حق لعينہ کان - جو هي حقيقت تي محمول آهي ۽ هو مجاز تي محمول آهي. انهيءَ سبب ڪري پاڻ سڳوراﷺ جن ڪلمي "بحق" جي واسطي سان دعا گهرڻ فرمائي آٿن. جيئن شيخ عبد الحق (محدث) دهلوي "جذب القلوب" ڪتاب ۾ آندو آهي تہ پاڻ ڪريمﷺ جن (بيبي فاطمہ) بنت اسد امير المؤمنين حضرت علي بن ابي طالب رضي الله تعالىٰ عنہ جن جي والده جي قبر تي اچي دعا فرمايائون تہ اي الله تنهنجيَ نبيءَ جي حق ۽ مون کان پهرين نبين جي "حق" سان -

این دلیل است بر صحت آوردن کلمہ بحق در توسل بانبیاء و اولیاء۔ و در کنز العبرت آوردہ کہ آنحضرت ﷺ فرمودہ اللهم انی اسألک بحق محمد و الٰ محمد ان لا تعذب هذا القبر- پس محمول بر مجاز از آنحضرت ﷺ متعارف مروی شدہ اگر ہمیں معنیٰ بتوسط کلمہ بحق توسل گرفتہ شود جائز و صحیح است. و الله تعالیٰ اعلم-



هي نبين ۽ ولين جي وسيلي وٺڻ ۾ "بحق" آڻڻ جي صحت تي دليل آهي ۽ ڪنز العبرة ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن (دعا ڪندي) فرمايو: اي الله منهنجا! مُحَمَّد ۽ آل مُحَمَّد جي حق سان تو کي سوال ٿو ڪيان ته هن قبر کي عذاب نه فرماءِ.

پوءِ (ڪلمو بحق) مجاز تي محمول پاڻ سڳورن ﷺ جن کان متعارف روايت ڪيل آهي. جيڪڏهن اها معنىٰ ڪلمي "بحق" جي واسطي سان وسيلو ورتو وڃي ته جائز ۽ صحيح آهي. ۽ الله تعالىٰ وڌيڪ ڄاڻ وارو آهي.



**المسئول التاسع :**

ثواب طعام وغیرہ اشیاء ما فی حلال بارواح مردگان میرسد یا نہ و رسانیدن ثواب آں بارواح اموات درست و مشروع است یا مکروہ و بدعت و حرام؟

**المنقول :**

در بدائع آوردہ ہر کہ روزہ دارد یا نماز گذارد یا صدقہ دہد و ثواب آں لغیرہ من الاموات و الاحیاء بخشد جائز است و میرسد ثواب ایں اعمال ہماں اموات و احیاء عند اھل السنت و الجماعت و در بحر رائق در باب حج آوردہ کہ ظاہر اطلاق علماء آنست کہ فرق نیست میاں فریضہ و نافلہ اگر ثواب لہما بخشد بدیگرے مردہ باشد خواہ زندہ صحیح می شود و میرسد و آنرا لیکن ثواب فریضہ کہ بخشیدہ موجب ادائے یا قضائے آں فریضہ بر بخشندہ بار دیگر نیست کہ از ذمہ بخشندہ بمجرد ادائے کردن آن فریضہ ساقط شدہ و الساقط لا یعود و ثواب بموھوب لہ رسید زیرانکہ عدم ثواب مستلزم عدم سقوط نیست از ذمہ بخشندہ و لم ارہ منقولا انتہیٰ و در کتاب عالمگیری آوردہ کہ انسان را جائز است کہ بخشد ثواب عمل خود را بغیر خود نماز باشد خواہ روزہ خواہ صدقہ خواہ غیر ایں اعمال

## ايصال ثواب جو بيان

**سوال نائون:**

طعام ۽ حلال شين جو ثواب ميتن جي روحن کي پهچي ٿو يا نہ. ۽ ان جو ثواب ميتن جي روحن کي پهچائڻ درست ۽ جائز آهي يا مڪروه بدعت ۽ حرام آهي؟

**جواب:**

بدائع صنائع ۾ آهي تہ جيڪو روزو رکي يا نماز پڙهي يا صدقو ڏئي ۽ ان جو ثواب مُئن ۽ جيئرن کي بخشي تہ جائز آهي. هنن عملن جو ثواب انهن مُئن ۽ جيئرن کي اهل سنت و الجماعت وٽ پهچي ٿو ۽ "بحر رائق" جي باب حج ۾ آهي تہ ظاهر اطلاق علماء جو هي آهي تہ فرضي ۽ نفلي عبادت ۾ فرق نہ آهي. جيڪڏهن انهن جو ثواب ٻئي کي بخشي، اهو مردو هجي يا زنده تہ صحيح ٿو ٿئي ۽ کيس پهچي ٿو. ليڪن فرضي عبادت جو ثواب جيڪو بخشي ڇڏيائين سا ادا يا قضا بخشيندڙ جي مٿان پيون پيرو واجب نہ آهي جو بخشيندڙ جي ذمي کان رکو ادا ڪرڻ سان اهو فرض ساقط ٿي ويو ۽ (قاعدو آهي تہ) ساقط واپس نہ موٽندو آهي ۽ جنهن جي حوالي ثواب ڪيو ويو ان کي پهتو بہ سهي. چا لاءِ جو بخشيندڙ جي ذمي کان عدم ثواب عدم سقوط کي لازم ڪندڙ نہ آهي. اهڙي ڳالهہ ڪاٿي نہ ڏني اٿم. ڪتاب عالمگيري ۾ آهي تہ انسان کي جائز آهي تہ پنهنجي عمل جو ثواب ٻئي کي بخشي، نماز هجي يا روزو يا صدقو. انهن کان سواءِ ڪي ٻيا اعمال

چنانچہ حج و قراءۃ قرآن و اذکار و زیارت قبور انبیاء علیہم السلام و شہداء و اولیاء کرام و صالحان اولی الاحترام و تکفین اموات و جمیع انواع خیرات کذا فی غایۃ السروجی۔

**هذه غاية الجواب ❊ و الله تعالىٰ اعلم بالصواب**

و صلى الله تعالىٰ علىٰ صاحب الشفاعة و علىٰ الصحابة و التباعة و على اهل السنة و الجماعة ابد الآبدين. (آمين) برحمتک يا ارحم الراحمين۔



جيئن حج، قراءت قرآن، ذڪر، انبياء عليهم السلام ۽ شهداء ۽ اولياء ڪرام ۽ صالحين محترمن جي مزارات جون زيارتون ۽ مئن کي ڪفن ڏيڻ ۽ سڀ چڱائي جا قسم. (انهن جو ثواب ٻئي جي حوالي ڪري سگهجي ٿو) اهڙي طرح "غاية السروجي" ۾ آهي.

هي جواب جي پُڄاڻي آهي ۽ الله تعالىٰ وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهي ۽ الله تعالىٰ جي رحمت شفاعت جي مالڪ تي ۽ صحابہ ڪرام تي ۽ تابعين تي ۽ اهل السنة والجماعة تي هميشہ هميشہ نازل ٿيندڙ هجي.

ائين ئي دعا قبول فرماءِ پنهنجي رحمت جي صدقي اي سڀ کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارا.






# دعوت

## ساليانہ عرس مبارڪ

**درگاه عاليہ ويھڙ شريف** ۾ هر سال 12 جمادي الاولىٰ 13 جي رات بعد نماز عشاء تا فجر

## ماھانہ محافل

1. **درگاه عاليہ ويھڙ شريف** تعلقہ سيوهڻ شريف ۾ هر چنڊ جي پهرين جمعرات بعد از نماز عشاء،

2. **آستانہ عاليہ اشرفيہ** ويھڙ آباد محلہ بستي نمبر 5 نزد پير اسٽاپ ڪوٽڙي ۾ هر شمسي مهيني جي پهرين ڇنڇر جي ڏينهن آچر جي رات بعد از نماز عشاء،

3. **حضرت مخدوم محمد آدم** (مڪلي والي بابا) رحمة الله عليہ مڪلي (ٺٽو) ۾ هر شمسي مهيني جي پهرين سومر جي رات بعد از نماز مغرب، روحاني اجتماع منعقد ٿيندا آهن. جنهن ۾ تلاوتِ قرآن ڪريم، حمد و نعت شريف، روحاني بيان ۽ ذڪر و مراقبہ جي محفل ڪرائي ويندي آهي. سيني شمع رسالت ﷺ جي پروانن ۽ عاشقانِ اولياء کي دعوت عرض رکجي ٿي تہ شرڪت فرمائي قلبي سڪون ماڻيندا.

**پاران: جماعت اهلسنت اشرفيہ درگاه عاليہ ويھڙ شريف**

تعلقہ سيوهڻ شريف، سنڌ